راڌا سوامي ستسنگ بياس پاران
ڇپايل پيا پستڪ:-

**ENGLISH**

1. Sar Bachan
2. The Path of the Masters
3. With a Great Master in India
4. Mysticism – The Spiritual Path
5. Teachings of the Gurus
6. The Mystic Bible
7. The Inner Voice
8. Light on Sant Mat
9. The Science of the Soul
10. Tales of the Mystic East
11. Spiritual Gems
12. Discourses on Sant Mat
13. Philosophy of the Masters
14. Call of the Great Master
15. The Master Answers
16. The Living Master
17. Sarmad
18. My Submission Part 1-2.
19. A Spiritual Bouquet
20. Spiritual Link
21. Prayer

**سنڌي**

١. سنت مت
٢. سنتن جي سکيا
٣. سار وچن
٤. پرمارٿي پتر
٥. سنتگورن جي سکيا ڀاڱو ١-٢-٣-٤
٦. وينتي ۽ پرارٿنا جا شبد
٧. روحاني گلدستو
٨. پرمارٿي ساکيون

**هندي ۽ گرمکي**

١. شبد کي مهما کي شبد
٢. سنت مت پرڪاش
٣. گورمت سدانت
٤. پرمارٿي پتر
٥. سار بچن نظم
٦. گورمت سار ڀاڱو ١-٢
٧. گورمت ڀاڱو ١-٢-٣-٤
٨. وينتي اور پرارٿنا کي شبد
٩. پرمارٿي ساکيان
١٠. روحاني گلدستو

**اردو**

١. گورمت سار ڀاڱو ١-٢
٢. روحاني ڊائري ڀاڱو ١-٢-٣

**Available from:-**

The Secretary,
**RADHA SOAMI SATSANG BEAS**
P. O. Dera Baba Jaimal Singh
Distt. Amritsar, Punjab (India)

لنهنڪري انهيءَ کي جاڳڻ جي چنتا رکو. ”نام“ آملهه، الل آهي، انلاءِ گورو ءَ کان اپديش وٺي نام جي ڪمائي ڪري انساني چولو سڦل بنايو. ”نام“ هيمي جهانن ۾ مدد ڪريٿو. انساني جامو مشڪلات سان مليٿو ۽ صرف پريو پراپتيءَ لاءِ مالڪ اهو موقعو بخشي ٿو. اسين جيڪي به ڪارج ڪريون ٿا تنجو تعلق صرف اساڄي ديهه سان آهي ۽ انهن ۾ آتما لاءِ ڪابه چيز لاڀدائڪ نه آهي. سار وستو صرف ساڌ سنگت يعني سنتن جي سنگت آهي جتان نام روپي آملهه خزانو پراپت ٿيٿو. انهيءَ ڪري انساني جامي ۾ مالڪ جي ڀڳتي ڪري اهو پورو پورو لاڀ وٺو.

”ڀئي پراپت مانک ديهرئيا،
گوبند ملن کي ايهه تيري ٻرئيا،
اور ڪاج تيري ڪتي نه ڪام،
مل ساڌ سنگت ڀج ڪيول نام.“
(آسا محله ٥، ١-٣٧٨)

داسن داس
ساون سنگهه

# آخرين وينتي

دنيا فاني آهي ۽ هتي جا سڀ پدارٿ هتي ئي رهجي وڃڻ ٿا. اسين فضول انهن ۾ رات ڏينهن غلطان رهون ٿا. صرف پرماتما قائم دائم ۽ لافاني آهي. ملش ديهه ناسونت آهي ۽ آتما جا پرماتما جي انش آهي، امر آهي. انهن ٻنهي جي ملاوت کي چئجي ٿو انسان. شرير آتما جي استعمال واسطي آهي. سنساري سڀ سٻنڌ شرير جي ڪارڻ آهن. ٿيهڪري شرير جي پالن پوشڻ لاءِ ڪوشش ڀلي ڪريو پر ديهه جو شان صرف آتما جي بدولت آهي جاڪاڻ ته ديهه ۾ اوستائين ڪمائتي آهي جيستائين منجهس آتما جو واس آهي. جيڪڏهن اسين رات ڏينهن جسم جي ڪاروبار ۾ لڳا رهون ٿا ته پوءِ اسانکي آتمڪ اُنتيءَ لاءِ ٻه وقت ڪڍڻ جڳائي. اسين هن دنيا بابت ته گهڻي ڪجهه ڄاڻ رکون ٿا پر آتم گيان ۾ اسين ڪورا آهيون. سنتن مهاتمائن جي ستسنگ مان سرجهي پوندي ته موت سچ آهي ۽ زندگي ڪوڙ. اساجي حياتي ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهي آهي ۽ اسين مست مست ۽ سيڪنڊ سيڪنڊ ۾ موت جي نزديڪ وڃي رهيا آهيون.

هيءَ دنيا فاني آهي ۽ هر ڪنهنکي پنهنجي وقت تي ڪوچ ڪرڻو پوندو. اسانکي هنجي ٻاهرين چمڪ دمڪ ڏسي غافل نه ٿيڻ کپي. جڏهن انت ويلي آتما شرير کان الڳ ٿئي ٿي ته پوءِ اسان لاءِ لن ڏن، مال متاع جي ڪوڏي به قيمت نٿي رهي. هي انسان جي أملهه زندگيءَ جو سوال آهي ۽ اسانکي ضرور مڪتي حاصل ڪرڻ کپي. جڏهن خيال اندر "نام" سان جڙي ٿو تڏهن ئي شرير ۽ آتما ٻنهي جو شان وڌي ٿو. هن ناسونت شرير ۾ صرف آتما ئي امر ۽ اجر آهي

لنهنڪري انهيءَ کي جاڳڻ جي چنتا رکو. ”نام“ اَملهہ، الل آهي، انلاءِ گوروءَ ڪان اُپديش وٺي نام جي ڪمائي ڪري اِنساني چولو سڦل بنايو. ”نام“ ٻنهي جهانن ۾ مدد ڪري ٿو. اِنساني جامو مشڪلات سان مليتو ۽ صرف ٻريو پراپتيءَ لاءِ مالڪ اهو موقعو بخشي ٿو. اسين جيڪي به ڪارج ڪريون ٿا لنجو لعلق صرف اسانجي ديهه سان آهي ۽ انهن ۾ آتما لاءِ ڪا به چيز لاڀدائڪ نہ آهي. سار وستو صرف ساڌ سنگت يعني سنتن جي سنگت آهي جتان نام روپي اَملهہ خزانو پراپت ٿيئتو. انهيءَ ڪري اِنساني جامي ۾ مالڪ جي ڀڳتي ڪري اهو پورو پورو لاڀ وٺو.

”ڀئي پراپت مانک ديهوريا،
گوبند ملن کي ايهه تيري ٻريا،
اور ڪاج تيري ڪتي نہ ڪام،
مل ساڌ سنگت ڀڄ ڪيول نام.“

(آسا محلہ ٥، ١-٣٧٨)

داسن داس
ساون سنگهہ

# آخرين وينتي

دنيا فاني آهي ۽ هتي جا سڀ پدارٿ هتي ئي رهجي وڃن ٿا. اسين فضول انهن ۾ راءِ ڏينهن غلطان رهون ٿا. صرف پرماتما قائم دائم ۽ لافاني آهي. منش ديهه ناسونت آهي ۽ آتما جا پرماتما جي انش آهي، امر آهي. انهن ٻنهي جي ملاوت کي چئجي ٿو انسان. شرير آتما جي استعمال واسطي آهي. سنساري سڀ سنبنڌ شرير جي ڪارڻ آهن. تنهنڪري شرير جي پالڻ پوشڻ لاءِ ڪوشش پيا ڪريون ديهه جو شان صرف آتما جي بدولت آهي جاڪاڻ ته ديهه ۾ اوستائين ڪماتي آهي جيستائين منجهس آتما جو نواس آهي. جيڪڏهن اسين راءِ ڏينهن جسم جي ڪاروبار ۾ لڳا رهون ٿا ته پوءِ اسانکي آتمڪ اُنتيءَ لاءِ ٻه وقت ڪٿان جڳائي. اسين هن دنيا بابت ته گهڻي ڪڄ ڄاڻ رکون ٿا پر آتم گيان ۾ اسين ڪورا آهيون. سنتن مهاتمائن جي ستسنگ مان سوجهي پوندي ته موت سچ آهي ۽ زندگي ڪوڙ. اسانجي حياتي ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهي آهي ۽ اسين منٽ منٽ ۽ سيڪنڊ سيڪنڊ ۾ موت جي نزديڪ وڃي رهيا آهيون.

هيءَ دنيا فاني آهي ۽ هر ڪنهنکي پنهنجي وقت تي ڪوچ ڪرڻو پوندو. اسانکي هنجي ٻاهرين چمڪ دمڪ ڏي غافل نه ٿيڻ کپي. جڏهن انت ويلي آتما شرير کان الڳ ٿئي ٿي ته پوءِ اسان لاءِ لڻ ڏڻ، مال متاع جي ڪوڏي به قيمت نٿي رهي. هي انسان جي اُتم زندگيءَ جو سوال آهي ۽ اسانکي ضرور مڪتي حاصل ڪرڻ کپي. جڏهن خيال اندر "نام" سان جڙي ٿو تڏهن ئي شرير ۽ آتما ٻنهي جو شان وڌي ٿو. هن ناسونت شرير ۾ صرف آتما ئي امر ۽ اجر آهي

پرينديو ۽ انحد شبد جي جهنڪار ٻڌائي هنجي اندر وحدانيت جي مستي پيدا ڪندو.

گورمت سڌانت ۾ پرمارٿ جي قدرتي ۽ دائمي ساڌنن کي ڪولي سمجهايو ويو آهي. انهن ساڌن جي ڪمائي ڪري اسين ۾ اڀياس ڊواران انهن اوچن منزلن تي پهچي سگهون ٿا جتي رشي مني پير پيغمبر ۽ سنت مهاتما پهتا.

حق آهي. داني پرش پيدائين رحم دل ۽ فراخدل هوندو
آهي. سڀني ڌرمن ۽ مذهبن ۾ ڪمائيءَ جو ڏهون حصو يا
زڪواة (ڪمائيءَ جو چاليهو حصو) ڏيڻ جو قديم رواج
آهي. دان ڪرڻ سان ڪجھ گهٽجي نٿو. دان ڏيڻ ۾ ئي
انساني قالب جو شان آهي. جيستائين شرير رهي تيستائين
انسان کي پڻ دان ڪرڻ کپي ۽ ٻين جو دک درد دور ڪرڻ
کپي ۾ پڻ ڏسي خيرات جو پڇ ڇنڊڻ کپي. خيرات ڏجي
ته محتاجن يتيمن ۽ بيواهن کي ۽ اهو خيال رکجي ته اها
خيرات خراب ڪم ۾ خرچ نه ڪئي وڃي. جيڪو حق
حلال جي ڪمائي ڪري ٻين ڏکين سان ونڊي ورهي کائي
ٿو سو مالڪ جي درگاهه ۾ عزت پائيندو. اهو به ضروري آهي
ته جيڪو دان وٺي سو صرف گذاري لاءِ ۽ نه ڪ فضول
خرچيءَ لاءِ.

(٧) ستسنگيءَ لاءِ صفائي ۽ پوترتا به ضروري آهن. جسم،
وستر ۽ گهر جي صفائي رکڻ کپي پر انهيءَ سان گڏوگڏ پنهنجي
من ۽ اندرين لئي ضابطو رکي پنهنجي سرت کي نام سان
جوڙي دل جي صفائي به اختيار ڪرڻ کپي. مالڪ جي
بندگيءَ لاءِ حق حلال جي روزي ڪمائڻ اهم ضروري
آهي. ڪنهنکي پيڙي پيسو ڪمائڻ نه کپي. سالوڪ ۽ سادو
ڀوڄن ورتائڻ کپي. چال چلن تمام نيڪ پاڪ رکڻ کپي ڇاڪاڻ
ته اخلاق بنا دنيوي ۽ روحاني ترقي ناممڪن آهي.

تنهنڪري ساڌڪ کي پوترتا، سالوڪ ڀوڄن، شڌ وهنوار
۽ نيڪ چال چلن ڌارڻ ڪرڻ کپي.

جڏهن ستسنگي پاڻکي بنسريءَ وانگر سڀني اڇائن کان
خالي ڪندو ۽ مٿي ذڪر ڪيل گڻن سان پنهنجي من کي
سينگاري سرت شبد يوگ جو ابياس ڪندو تڏهن ئي. ستگرو
هنجي جسم روپي بنسريءَ ۾ پنهنجي زندگيءَ جو مڌر سنگيت

کميا جو گھڻو ئي واسو ڪريتو. ڪنھنجي به ڀل يا اپراڌ کي معاف ڪرڻ سان ڪليش گھٽجي ٿو ۽ انسان شانتي ۽ خوشيءَ جي زندگي وتيت ڪريتو.

(٣) هنکي سنتوش ڌارڻ کپي جو پرمارٿ جو سار تت آهي. اهڙو پريمي پڻ جي لرڻي ڏسي پنھنجي غريبيءَ ۾ به خوشحال ۽ شڪرگذار رهيتو. هنجي نگاهه ڪنھنجي به ڌن مال ڏانهن نٿي وڃي ۽ هو بازن جو پورهيو ڪري پنھنجي غريبيءَ ۾ ئي خوش رهيتو. جڏهن من ۾ سنتوش اچيتو ته سڀ اڇائون مٽجي وڃن ٿيون ۽ جڏهن من ۾ ڪا چاهنا ئي نٿي رهي ته پوءِ سڀ چنتائون ختم ٿيو وڃن. سو جتي صبر ۽ سنتوک آهي اتي سڀ نعمتون اچيو واسو ڪن.

(٤) سچ کي ڌارڻ ڪيو چاڪاڻ سچو انسان آخر سچ ۾ ئي سمائجي ٿو. مالڪ پرم ستيہ آهي انهيءَ ڪري هنکي سچ وڻي ٿو. سچ ڳالهائڻ سان گڏوگڏ پنھنجو وهنوار به سچو رکڻ کپي. زندگيءَ ۾ سچ جو آدرش رکو ۽ پنھنجو سڀ ڪاروبار سچائي ۽ ايمانداريءَ سان ڪيو. اهڙو پيارو سدائين منڙي مالڪ سان جڙيل رهيتو ۽ هميشه نڊر رهيتو. خود ست مارگ تي هليتو ۽ ٻين کي به هلائي ٿو. پر ايترو ويچار ضرور رکڻو آهي ته ڪنھنجي به دل نه دکائڻي آهي.

(٥) سادگي سشيل، سباجھو ۽ ڪلمک ٿيڻ کپي چاڪاڻ ته انهيءَ ۾ ئي انساني شان آهي. جيڪڏهن ڪو امير آهي ته پنھنجي واسطي. پر هنن گڻن جو ٻين تي به اثر پوي ٿو. لوڪ پرلوڪ جي سک جو راز آهي سيئي سان برابر ڀريو ورتاءُ ڪرڻ.

(٦) مالڪ اٿوا ستگورو داتا آهي ۽ اسين سڀ سندس در جا منگتا آهيون. اسين سڀ انهيءَ هڪ ئي پرم پتا جا بالڪ آهيون. هو جيڪي ڪجھ اسانکي ڏئي ٿو تنهن تي سيئي جو

# سرت شبد يوگ ۾ ڪامياب ٿيڻ
# لاءِ ضروري ڳڻ

سرت شبد يوگ مالڪ سان ملڻ جو سڀ کان آسان ۽ سرل ساڌن آهي. انهيءَ ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ اهو لازمي آهي ته ششيہ سڀ ڪجھ گروءَ جي حوالي ڪري. پنهنجو تن، من ۽ ڌن گروءَ کي سونپي ۽ هميشه آگيا ۾ رهي، ۽ ڀاڳ ۾ هيٺ درج ٿيل ڳڻ پيدا ڪري.

(١) پرڀو دَيال آهي ۽ گروءَ جي اندر پرگهٽ ٿيو، انهيءَ ڪري گرو دَيا جو سروپ آهي. تنهنڪري ستسنگيءَ ۾ به سڀ لاءِ دَيا ۽ رحم جو جذبو هئڻ ضروري آهي. ائين ڪرڻ سان هن جي دل ٻئي جو دک ڏسي وياڪل ٿيندي ۽ هو ٻين جي دک ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيندو. اهڙو پريمي ڪڏهن ڪنهن جي دل نه ڏکوئيندو ۽ من، وچن، ڪرم سان اهنسا جو پالن ڪندو. هو سڀ جو خير گهرندو ۽ ڪنهن کي گهٽ وڌ ڳالهائي پنهنجي زبان کي گندو نه ڪندو. هو سدائين مٺا ٻول ٻولي ٿو. اهڙي دَياوان هردي مان ئي ڌرم جي اُتپتي ٿئي ٿي.

”ڌول ڌرم دَيا ڪا پُوت،
سنتوک ٿاپ رکيا جن سُوت.“
(جپ جي صاحب ١٣-٣)

اهڙو انسان سدائين ڪلمڪ ۽ پرسن چت رهندو ۽ هن جي دل مان ڪل ڪائنات لاءِ ڀلائيءَ جون ڀاوناٿون نڪرن ٿيون:

”نانڪ نام چڙهدي ڪلا،
تيري ڀاڻي سرٻ ڪا ڀلا.“

"Peace be unto all the World."

(٢) جنهنجي هردي ۾ دَيا ڀاوَ رهندو، ان ۾ قدرتي طور

واپار، ۽ سچو لاڀ نام جي ڪمائي آهي.

" سچا وڪــر نام هي سچا واپـــارا،
لاها نام سنسار هي گرمتي ويچارا."

(مارو محلا ١، ٦-١٠٠٩)

وويڪي ۽ ويچاروان پرش ڀلي ڀانت ڄاڻي ٿو ته نام، گرو، مالڪ ۽ آتما جا مالڪ جي انس آهي، ست آهن. سنتن مهاتمائن جو اُپديش سيني لاءِ سمان آهي. سڀ ريتيون رواج صرف انهيءَ ڪي سمجهڻ لاءِ ۽ مهاتمائن سان ناتو جوڙڻ لاءِ آهن. هڪڙو ئي مالڪ سڀ جو پرم پتا آهي ۽ اسين سڀ هنجا بالڪ آهيون. انهيءَ ڪري اسانکي هڪ ٻئي سان پاڻيءَ جو وهنوار ڪرڻ کپي. نام ڇا آهي، ڪٿي آهي ۽ ڪتان پراپت ٿئي ٿو، گرو ۽ مالڪ جا ڪهڙا گڻ آهن، انهن جو وستار سان ورنن گورمت سڌانت ڀاڳي پهرئين ۾ ڪيو ويو آهي. شائق پاٺڪ اتان پڙهي سگهن ٿا.

سنتن جو مارگ سرت شبد يوگ جو آهي، جنهنجي اڀياس ذريعي جيئري ئي مرڻ جي اوستا پراپت ٿيئي ۽ مالڪ سان ميلاپ ٿئيٿو. اهو سڀ گوروءَ جي ديا سان ممڪن آهي. انهيءَ ڪري گوروءَ جي پوڄا ۽ شيوا، ڀو ۽ ڀاو، برهه ڀڳتي ۽ پريم جي ضرورت آهي. اهي گڻ گوروءَ جي ستسنگ مان ئي پراپت ٿين ٿا. روحاني دولت، حليمي ۽ نمرتا جي لڳاتار اوستا ڪانپوءِ حاصل ٿيئي. پر انهن گڻن جي وڪاس لاءِ گوروءَ جي اڳيان پرارٿنا ڪرڻ ضروري آهي. سڀ ساڌن تڏهن ئي فائدا ڪ ٿين ٿا جڏهن وويڪ ۽ ويچار کان ڪم ورتجي ٿو.

گهڻيئي ساڌن ڪيا آهن ۽ هاڻي تنهنجي دواري آيو آهيان. جيئنءَ لون ٿي وويڪ ۽ ويچار جو دان بخش ڇاڪاڻ جو انهيءَ بنا سڀ ساڌن مڪتي ڏيڻ جي بدران پاڻ ٻنڌڻ جو ڪارڻ بڻجي پون ٿا.

”پاپ پرهيز اَر بند بچاريو،
تسول پتنگم ساڌي،
بنج جنا سه سنگ نه چنڪيو،
اڏڪ آهيبڏ ٻساڌي،
پياري ان بند ماڻ نه جاڻي،
مي ڪبتي ڪرم اليڪا،
هار پريو سئامي ڪي دئساري،
دپجي بند بيڪا.“

(سوروٺ محل ٥، ١٦-٦٤١)

ڪو ورلو گورمک وويڪ ۽ ويچار ذريعي مالڪ کي سمه ڪري سگهي ٿو ۽ هن سان پريم ڪري ٿو. اهڙي ڪرڻ سان هن جو اهم پاو ختم ٿي ٿو وڃي. اسانکي انهيءَ ڳالهه تي گهرائي سان غور ڪرڻ کپي ته من ۽ مايا جي ميل اسان ٿيان ڪيئن لهي سگهندي. بغير سوچ ۽ ويچار جي مالڪ سان ميلاپ مشڪل آهي ۽ انهيءَ ڪري اگياني لوڪ پنهنجي زندگي فضول گنوائي ٿا ڇڏين.

انهيءَ صحيح ويچار ۽ وويڪ جي سوجهي سنتن جي صحبت مان حاصل ٿي سگهي ٿي. سوامي شود يال سنگهه جن فرمائين ٿا ته جي دنيا جي ڀوساگر مان پار ٿيڻو اٿو ته سنتن جي سنگ ۾ ويهي ويچار ڪريو.

”جو جگ سي تم اپرا چاهو سنتن ڪرو وچار.“

گورونانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته اهو ”سنتن جو ويچار“ ڇاڪي ٿو چئجي؟ اهو ٿي ته هن سنسار ۾ سچي دولت، سچو

پنهنجي وجي ٿو.

پرمارٿيءَ ڪي ست ۽ اسٽ پدارٿن جو نرنئہ ڪري، ست کي گرهڻ ڪرڻ کپي ۽ اسٽ کي صرف گذاري واسطي عقلمنديءَ سان استعمال ڪرڻ کپي. هرڪو ڪم سوچي سمجهي ڪيو. ڪوبہ اهڙو ڪاربہ بغير سوچي نہ ڪيو جنهن لاءِ پوءِ پڇتائڻو پئي. مالڪ يا ستگورو سمجھ ۽ ويچار واري شيوا سان ئي خوش ٿئيٿو. ويچار شڪتيءَ جي ڪارڻ ئي انسان کي عزت مليئي ۽ هو اشرف المخلوقات ڪوٺجي ٿو.

(١) وويڪ ۽ ويچار مالڪ کي جاڻڻ ۾ مددگار ٿين ٿا. دان ڏيڻ وقت بہ ويچار ۽ وويڪ کان ڪم وٺڻ لازمي آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا تہ سوچ ۽ ويچار کانسواءِ جيڪي ڪم ڪجن ٿا، سي شيطان جا ڪم سمجهڻ کپن.

"عقلي صاحب سيوئي، عقلي پائيي مان،
عقلي پڙڪي بجهئي، عقلي ڪيجي دان،
نانڪ آکي راهہ ايهہ، هوءِ گلان شيطان."

(سارنگ وار محلہ ١، ٣-١٣٤٥)

گورو ارجن صاحب جن مالڪ جي اڳيان اهائي پرارٿنا ڪن ٿا، "اي مالڪ! مونکي عقل ۽ بدي بخش. پاٺ پڙهڻ، گرنٿ پوئين کي واچڻ، يا ٻولي ڪرم ڪرڻ سان ڪام ڪروڌ لوڀ موهہ اهنڪار پيڇو نٿا ڇڏين. مون

---

(١) ها چالاڪي هن مارگ ۾ رڪاوٽ بڻجي ٿي. چالاڪ ماڻهوءَ جو رخ هميشہ دنيا پرستيءَ ڏانهن مائل رهي ٿو ۽ پنهنجي سوارٿ خاطر ٻين جي حق کي قربان ڪرڻ جائز سمجهي ٿو. چالاڪ ماڻهو جي زبان هڪڙي تہ دل ٻي. هو دل جو راز ڪنهن کي سليئي ڪونہ ۽ سندس دين ايمان آهي دنيا.

# وويڪ ۽ ويچار جي ضرورت

پرمارٿ جي ساڌنن ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ وويڪ ۽ ويچار جي ضرورت آهي. سچ کي سچ، ڪوڙ کي ڪوڙ، دائميءَ کي دائمي ۽ فانيءَ کي فاني ڪري سمجهڻ کي وويڪ چئبو آهي. انهيءَ لاءِ گرُو ويچار گهرجي. جڏهن تنگدلي ۽ تعصب جڏهن سچائيءَ جي نظر سان ڏسبو، تڏهن ئي وويڪ جي جاڳرتي ٿيندي. جيڪو شخص لڪير جي فقيريءَ ۾ اٽڪي وڃي ٿو سو پوءِ ۾ ڦاسي پاهرمکي ڪرياڻ ۾ پنهنجي قيمتي زندگي وڃائي ٿو. اهڙو انسان ويچار کان ڪم نٿو وٺي ۽ سار وستوءَ کي نٿو ڄاڻي. هنس وانگر کير ۽ پاڻي الڳ ڪري، ڪم روپي سار وستو کي گرهڻ ڪيو ۽ پاڻيءَ کي ڇڏي ڏيو. مولانا روم صاحب انهيءَ باري ۾ فرمائين ٿا ته اسان قرآن جي مغز (مول تت) کي ڪڍي ورتو آهي ۽ هڏيون ڪتن (لڪير جا فقيرن جهڙي پاهرين جهڳڙن ۾ اٽڪيل رهن ٿا، رسمن ۽ رواجن جي غلامن، ۽ ماضيءَ جي مهاتمائن جي ٽيڪ وٺندڙن) جي اڳيان اڇلايون آهن.

"مــن ز قرآن مغز را بــرداشتم،
استخوان پيش سگان انداختم."

ساڌڪ کي جڳائي ته اصلي ۽ اهم ضروري ڳالهين تي غور سان ويچار ڪري ۽ غير ضروري ڳالهين جو خيال ڇڏي ڏئي. وڻ جي پنن کي پاڻي ڏيڻ آهي فضول محنت ڪرڻ. ائين ڪرڻ سان وڻ سڪي ويندو. انجي پاڙن کي پاڻي ڏيڻ سان درخت سرسبز ٿي ويندو. سچي پرمارٿ جو مول آهي "نام" ۽ "گرو". سو انهن جي شرڻ وٺو. سڀ جپ تپ، تيرٿ، ورت دان ۽ مون وغيره ڪرم ڌرم ۾ شامل آهن. وويڪ کان سواءِ اسان ۾ عام طور مرده پرستيءَ جو رواج

آهي سو نہ اسانجي اندر ويٺو آهي پوء ٻاهر ڀٽڪڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي ؟

پرارٿنا جي گهري اوستا ۾ پهچڻ لاء اهو اهم ضروري آهي تہ جن اندرين دوارن خيال ٻاهر ڦهلجي ٿو، انهنکي انترمک ڪري آتما جي استان ڏي آڻجي. سچي پرارٿنا لاء پرماتما ۾ وشواس ۽ شرير جي ٻڌنن کان هٽي دلي ڀاوناڻن کي پرماتما اڳيان رکڻ نهايت ضروري آهي. نيڪ، پاڪ، سشيل ۽ سنتوشي دل مان نڪتل پرارٿنا ئي صاحب جي درٻار ۾ قبول پوي ٿي.

”ست سنتوک هووي اَرداس،
ٺاڪر سد ٻهالي پاس.“
(رامڪلي محلہ ١، ١۴-٨٧٨)

پرارٿنا لاء ڪنهن خاص ڀاشا يا لفظن جي ضرورت نہ آهي. پرارٿنا جو سچو سينگار آهي دلي جذبا. ڀلي ڪٿي اسانجي پرارٿنا ظاهري سندر هجي پر جي اسانجي زندگي پوتر نہ آهي تہ اها پرارٿنا نشفل رهندي. مالڪ اهالي پڪار ٻڌي ٿو جا اُمنگ، عاجزي، نمرتا ۽ پريم سان ڪجي ٿي.

اهو اسانجو تجربو آهي تہ مالڪ سڀ پرارٿنائون نٿو اونائي. ڪهڙي پرارٿنا قبول پئي ٿي ۽ ڪهڙي نہ، پرارٿنا ڪرڻ ۾ عقل ۽ ٻڌي ڪهڙيون مشڪلاتون پيدا ڪن ٿيون، پرارٿنا ڪهڙي وقت ڪجي، پرارٿنا جو پرڀاء ۽ انجو ٻين تي اثر، گوروء کان ڇا گهرڻ کپي ۽ پرارٿنا جا انيڪ ڦل، انهن سڀني وشين تي وستار سان گورمت سڌانت ڀاڳي پئي جي پرارٿنا واري ٻاب ۾ پرڪاش وڌو ويو آهي. شائق پانڪ اتان پڙهي لاڀ وٺن.

(٢) اها پرارٿنا جا من سان ڪجي ٿي ؛ جنهن ۾ زبان سان ڪجهه چوڻ جي ضرورت نٿي رهي.

(٣) پرارٿنا آتما يا سرت سان ڪئي آهي.

پهرئين قسم جي پرارٿنا کان ٻئي قسم جي پرارٿنا بهتر آهي ؛ ٽئين قسم جي پرارٿنا ڪنهن وڏڀاڳيءَ کي نصيب ٿئي ٿي.

## پرارٿنا ڪرڻ لاءِ جڳهه

پرارٿنا ڪرڻ لاءِ ڪنهن خاص ڌرم استان جي ضرورت نہ آهي، صرف دلي جذبن کي جاڳائڻ پريتو. سچي ڌرلي ڌرم استان آهي ڇاڪاڻ تہ مالڪ هر هنڌ موجود آهي. مالڪ ئي دنيا ٺاهي آهي ؛ هو انسانجي ٺاهيل مندرن ؛ مسجدن ۾ نٿو رهي. ڪنهن بہ هنڌ ويهي مالڪ کي ياد ڪيو. گهرٻار، جهنگل پهاڙ، اجاڙ، ندين نالا، ارٿانہ جتي بہ مالڪ اڳيان پرارٿنا ۾ جهڪجي ٿو سا جڳهه پوتر بڻجو پوي.

All is holy where devotion kneels (O.D.Holmes)

پريوءَ اڳيان پرارٿنا ڪرڻ جي جڳهه صرف منش شرير ئي آهي ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ پريوءَ جو واسو آهي.

”هـر مندو ابهہ سريـر هئي،

گيان رلن پـرگٽ هـوءِ.

(پرپالي محلہ ٣، ٤-١٣٤٦).

"Body is the temple of God." (Bible)

پرارٿنا ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ هنڌ وڃڻ جي ضرورت نہ آهي. هن جسم جي اندر داخل ٿي مالڪ اڳيان پرارٿنا ڪبو ڇاڪاڻ تہ انهيءَ کان وڌيڪ پيو ڪو بہ ايڪانت پرپر استان ڪونهي. جنهن منڙي مالـڪ اڳيان اسانکي پرارٿنا ڪرڻي

نہ اهي شڪتيون صرف پنهنجي دائري جون چيزون ڏيئي سگهن ٿيون. مڪتي وغيره ڏيڻ هنجي اختيار ۾ نہ آهي. قرآن شريف ۾ بہ صاف هدايت آهي، تہ صرف هڪڙي رب کي مدد لاءِ پڪار ڪيو.

پرماتما کي تہ اسان ڏٺو ڪونهي؛ جنهن کي اسان ڏٺو ڪونهي تنهنجو پڪو وشواس ۽ ڀروسو ڪي ٿو سگهي ۽ جنهن کي وشواس نہ آهي تنهنجي پرارٿنا ڪيئن قبول ٿيندي؟ گورو يا مرشد جي اندر پريوءَ جو پرڪاش پرگهٽ آهي ۽ هنجو وچن آهي مالڪ جو وچن.

"ساڌ روپ آپنا تن ڌارنا."

(مارو محله ٥، ٨-١٠٠٥)

"پربُ جي بسهہ ساڌ ڪي رسنا."

(گوڙي محله ٥، ٤، ٢٦٣)

تنهنڪري گوروءَ کان گهرڻ آهي مالڪ کان گهرڻ. پريو پنهنجا ڪم گورومکن دواران ڪري ٿو. هو سڀ طرح سمرٿ آهي. انهيءَ ڪري جيڪي گهرڻو هجيوسو پرماتما يا سنگوروءَ کان گهرو ۽ انهن کانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ اڳيان جهولي نہ ڦهلايو.

پرارٿنا ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. (١) اهي پرارٿنائون جي ڌرم پستڪن ۾ درج ٿيل آهن يا ٻيون مقرر ٿيل پرارٿنائون جي اوچي آواز سان اُچاريون آهن. پرارٿنا هڪ دل جي پڪار آهي ۽ جيستائين پرارٿنا جو هرهڪ لفظ اسانجي دل جي تهہ مان نٿو نڪري تيستائين انجو پورو فائدو نٿو ٿئي. سنتن مهاتمائن جون پرارٿنائون اسان لاءِ آدرشي پرارٿنا جو نمونو پيش ڪن ٿيون. ليڪن جيستائين پرارٿنا جا لفظ هردي جي ذاتي جذبي مان نٿا نڪرن تيستائين رسمي پرارٿنائون اُچارڻ سان ڪو خاص فائدو نہ ٿيندو.

# پرارٿنا جي هر ڪنهن ساڌڪ کي ضرورت آهي

جيستائين جگياسو پرڀوءَ کي نٿو پائي ليستائين هنکي پرارٿنا جي ضرورت آهي. پرارٿنا ذريعي هنجون جسماني، ڌارمڪ، قومي ۽ ملڪي سڀ ضرورتون پوريون ٿين ٿيون ۽ من اندرين جي وڪارن کان ڇوٽڪارو مدد ملي ٿي ۽ آخر پرارٿنا ڪس مالڪ سان ملائي ٿي ڇڏي. مالڪ ڪرڻ ڪارڻ ۽ سرو شڪتيوان آهي ۽ سڀ شڪتيون هنجي آڌين آهن. انهيءَ ڪري جيڪي گهرڻو اٿو سو پرڀوءَ کان گهرو. هنجي دربار ۾ ڪنهن به چيز جي ڪمي ڪانهي. سڀ ديوي ديوتائون آدڪ هنکان ئي شڪتي پائين ٿا ۽ هنجي حڪم ۾ رهن ٿا. انهيءَ لاءِ اوکيءَ ويل ڪل مالڪ کي ارداس ڪيو، هو اوس اوهانجا سڀ ڪارج راس ڪندو.

”ڪيتا لوڙيئي ڪم س هر پهه آکيئي،
ڪارج ديئ سوار ستگر سچ ساکيئي.“

(وار سري راگ محله ۴، ۵-۹۱)

سنتن جو بل ۽ ڀروسو صرف مالڪ تي آهي. هو هنجي اڳيان ئي ارداس ڪندا آهن. هنجو دک سک سڀ پرڀوءَ جي هٿ ۾ آهي. گورو رامداس صاحب فرمائين ٿا:-

”مي ناڻ ديهاڻ لون هي ميري متامي،
سڀي لڌ آگي ارداس،
مي هور ٿانءَ ناهي جس پهه ڪرون بيني،
ميرا دک سک تجهي پاسي.“

(سوهي محله ۴، ۲-۷۳۵)

هينين شڪتين جيڙوڪ ديوي ديوتائن وغيره اڳيان ارداس ڪرڻ مان مڪمل ڪاميابي حاصل نٿي ٿي چاڪاڻ

هنجو نواس آهي قدرتي جڏهن انسان انهيءَ شڪتيءَ جي اوٽ وٺي ٿو ته هن ۾ به شڪتي ۽ ڀروسو اُڀري ٿو جنهن جي سهائتا سان هنڪي مسئلي جو حل سجهي اچي ٿو ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ صبر سنتوش همت ۽ مصيبتن کي سهڻ جي شڪتي به هن جي دل ۾ پيدا ٿين ٿا. آتما پرماتما جي انس آهي ۽ هن ۾ گهڻيئي شڪتيون گپت روپ ۾ موجود آهن. پرارٿنا وقت من جا ٿرنا بند ٿي وڃن ٿا ۽ انسان انهيءَ شڪتيءَ جو لاڀ وٺي ٿو. داناءَ لوڪن کي انهيءَ روحاني مدد جي چاهه هوندي آهي. انهيءَ ڪري هو انترمک ٿي پرارٿنا ڪندا آهن ۽ مالڪ جي مهر ميا جي لهرن مان فائدو وٺن ٿا. عام لوڪ ٻاهر مکي ٿي مندرن ۽ مسجدن ۾ وڃي همت ڪٽي ارداسون ڪن ٿا ۽ انهنکي سدن ايڪاگرتا ۽ وشواس انوسار ڦل ملي ٿو. پرارٿنا هڪ سياويڪ جذبو آهي. جڏهن انسان پاڻ ۾ ڪنهن ڪم کي پوري ڪرڻ جي ڪافي طاقت نٿو سمجهي ته پوءِ هو ڪنهن مهان هستيءَ، جنهن ۾ هو اها شڪتي سمجهي ٿو، کان مدد وٺڻ چاهي ٿو. جڏهن ڪا آفت اچيئي يا دشمن پيڇو ڪن ٿا ۽ ڪنهن به طرف سهائتا ملڻ جي آس نٿي رهي تہ پوءِ انسان خود بخود پرماتما يا اهي هستيون جيڪي پرماتما سان جڙي چڪيون آهن، جي سهائتا جو ڪانکي ٿئي ٿو. انهيءَ کي سڏجي ٿو پرارٿنا. سيني ڌرمن جو اهو اُپديش آهي ته ستگوروءَ يا مالڪ جي اڳيان پرارٿنا ڪرڻ سان ٿي روحاني ترقي حاصل ٿي سگهي ٿي. پرارٿنا ٿي جگياسوءَ کي مالڪ سان ملائڻ لاءِ سڀ کان سنئون، سڌو ۽ سولو مارگ آهي.

نئيرن جي ڏڪ گهڙيءَ جي سنگت سؤ سالن جي من بڌيءَ اوسار کيل بندگيءَ کان بهتر آهي.

”هر نشيني ساعتي با اوليا،
بهتر از صد سال طاعت بي ريا.“

چاڪاڻ ته انهن جي صحبت دوارن آتمڪ زندگيءَ جي جاڳرتي ٿيندي. سو ستگوروءَ جي ستسنگ مان اهڪ فائدا حاصل ٿين ٿا.

## پرارٿنا

ڀرمارٿ جي سادڻن ۾ سڀڻا ۽ انهن ۾ سڀاڪ ڳڻ جي پراپتيءَ لاءِ پرمانما يا ڪنهن ڪمائيءَ واري سنت مهاتما کي مدد لاءِ پڪار يا پرارٿنا ڪرڻ لڳابت ضروري آهي. ڪنهن به مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀورن انسان محنت ڪريتو پر جڏهن هنڌرن تجربزون ۽ ڪديرون نشڦل ٿين ٿيون. تڏهن هو نااميد ٿي پوي ٿو. پرمارٿي ۽ وچاروان انسان به پنهنجي مقصد جي پراپتيءَ لاءِ محنت ڪريتو ليڪن مالڪ کي سڀ جو هرتا ڪرتا جاڻي پنهنجي ڪوشش جو نتيجو مالڪ جي موج تي ڇڏي ڏئي ٿو. اهڙو پريمي سمجهي ٿو ته مالڪ جيڪي ڪندو تنهن ۾ ئي سندس بهتري هوندي. جي ڪم سندس مرضيءَ مطابق راس ٿيو ته شڪرگذار ٿيندو ۽ جي نه، ته به انهيءَ کي مالڪ جي رضا سمجهي خوش رهندو. اهڙو جگياسو قدم قدم تي منڙي مالڪ جي مدد جو محتاج رهي ٿو. چاڪاڻ جو زندگيءَ ۾ ڪئين اهڙيون ڳاليون آهن جي اسانجي ڪوشش ۽ محنت جي حد کان ٻاري آهن. اهڙي سڀاپتا لاءِ وينتي ڪرڻ کي سڏجي ٿو پرارٿنا يا ارداس.

ٻرينو سڀني شڪتين جو خزانو آهي ۽ انسان جي دل ۾

اهڙي سنگت صرف ڪنهن ڪامل پرش جي ٿي سگهي ٿي. اهڙي گورمک مٿان تن من قربان ڪري هنجي موج اندر رهي من لي آسانيءَ سان رام نام جو رنگ چڙهي ٿو.

"ست سنگت مهہ نام هر اوپجي،
جا ستگر ملي سيائي."

"من تن ارپسي آپ گوائي،
چلا ستگر يائسي."

(سري راڳ محله ۳، ۱۹-۶۷)

ستسنگ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي. (۱) سنتن مهاتمائن جي ٻاهرين سنگت جنهن ذريعي من نرمل ٿئي ٿو ۽ روحانيت جي پريتا پائي جگياسو پرمارٿ ۾ اُنتي ڪرڻ جي لائق بڻجي ٿو. (۲) اندروني ستسنگ جنهن ۾ آتما نام سان جڙي انترمک روحاني ترقي ڪري ٿي. انهيءَ لاءِ گوروءَ جي دڪشا ضروري آهي.

ستسنگ هڪ قسم جو وڏو روحاني ڪاليج آهي جتي پريم ۽ نام جي ڪمائيءَ جو عملي سبق پڙهايو وڃي ٿو. ستسنگ هڪ عجيب ڪارخانو آهي جتي انسان کي روحاني ٻانهي ۾ وڌو وڃي ٿو ۽ سندس سڀ اوگڻ صاف ڪري کيس پرماتما سان ملڻ جي يوڳيہ بنايو وڃي ٿو. ستسنگ اهو اعليٰ تيرٿ آهي جتي جنم جنم جا ڪروڙين پاپ ڪٽجن ٿا ۽ من نرمل ٿئي ٿو.

"مهما سادو سنگ کي سنهہ ميري مينا،
ميل کوئي، کوت اگهہ هري نرمل ٿئي چينا."

(بلاول محله ۵، ۱۸-۸۰۹)

جيڪڏهن ڪو مالڪ جو مشاهدو ماڻڻ چاهي ٿو ته هنکي جڳائي ته مالڪ جي پيارن جي سنگت ڪري. اهڙن ڪاملن

۽ آنند سيبي کي ملي ٿو. ڏيري ڏيري ھنن ۾ سدگڻ پيدا ٿيندا وڃن ٿا ۽ آسانيءَ سان من ۽ اندرين تي قابو پائڻ جي شڪتي ملين ٿي. مولانا روم صاحب فرمائين ٿا ته ھي من ڪامل مرشد جي پناھ وٺڻ بنا ڪڏھن به نٿو مري.

”ھيچ نکشد نفس راجز ظل پير.“

ستسنگ ۾ شبد وچار جي امرت ورکا پائي نيڪ لوڙي ھو سڀ جگياسو انھيءَ جي پرڀاءُ ھيٺ اچن ٿا ۽ سندن زندگي متجڻ لڳندي. بدڪردار شراب کي گنگاجل ۾ وجھو ته گنگاجل جي شڪل اختيار ڪندو بلڪ انھيءَ سان ملي گنگاجل ٿيو پوي. ستسنگ جو به اھڙو ئي اثر ٿئيٿو.

ڪبھن پنجن منڊلي يا ڳائڻ وڄائڻ واري ٽولي ۾ عالمن جي مجلس کي ستسنگ نٿو ڪوٺجي. ستسنگ آھي انھيءَ مھاتما جي سنگت، جو مالڪ سان ملي چڪو آھي. جنھن سيا ۾ سنت ستگورو موجود ھوندو انھيءَ کي ئي ستسنگ چئبو ٿو. ستگوروءَ بنا ستسنگ بي معنيٰ آھي.

”ستگر بـاجھھ سنگت نه ھووي،
بن شبدي پار نه پائي ڪوئي.“
(مارو محلہ ٣، ١٥-١٠٦٨)

”پوري گر تي ست سنگت اپجي، سھجي سچ سماء.“
(آسا محلا ٣، ٦-٤٢٧)

زنده ھستين جي صحبت ۾ ئي مالڪ جي ياد خود بخود اچيتي. انسان جي حيراني زندگيءَ جو خالص ثبو وجي ۽ آتما جو پرماتما سان جيڪو روحاني رشتو آھي تنھنجو احساس ٿيڻ لڳي ٿو. گورباڻيءَ ۾ ستسنگ جي مھما ڪندي گورو صاحب اھو صاف ٻڌائي ڇڏيو آھي ته جتي صرف ھڪ نام جو پرچار ٿئي ٿو اھو ئي ستسنگ آھي.

”ست سنگت ڪيسي جانيئي،
جتي ايڪو نام وکانيئي.“
(سري راگ محلہ ١، ٢-٧٢)

گرمي چلهي مان، تڏهن ڪار اَنان جتي پاڻيءَ جون بوندون ڪرنديون
اهڙي طرح جتي مالڪ جا پيارا رهن ٿا اِلي مالڪ خود وسي
ٿو. گورو رامداس صاحب جن فرمائين ٿا ته ستسنگ ۾ پريوءِ
جو واسو آهي ۽ اتان ئي هنجي مهما جو پتو لڳي ٿو. وڏا
ڀاڳ هجن جو اهڙو سنت ستگورو ملي ۽ سندس ديا درشٽيءَ
سان هن ۾ ئي پريوءِ جو درشن ٿئي.

”ست سنگت مهه هر هر ونسا،
مل سنگت هر گن جان،
وڏي ڀاڳ ست سنگت پائي،
گر ستگر پرس يگوان.“

(پربائي محله ۴، ۱۰-۱۳۳۵)

ستسنگ ۾ ڀڳتي ڀاو جون ڌارائون هردم اتنديون رهن
ٿيون. انهيءَ ڪري سنگت کي شانتي ۽ ڀڳتيءَ جي پريتا
پراپت ٿيندي. دنيا ۾ ته هر طرف باهه پيئي ٻري جنهن ۾
هرڪو پيو جلي ۽ ڇڏڻ جو ڪو اُپاءَ به نٿو ڏسجي.

”ڪجهه نه اجهي ڪجهه نه سجهي،
دنيا گجهي ڀاهه.“

(سلوڪ فريد ۱-۱۳۷۸)

سنتن جو ستسنگ انهيءَ آگ کان ڇڏڻ جو واحد علاج
آهي. جيڪي پيارا ستسنگ جي اوٽ وٺن ٿا، انجو اثر ڪٿن
ٿا سي هن ڀوساگر مان پار ٿي وڃن ٿا. ندين نالن جو پاڻي
گنگا ۾ ملي گنگاجل ٿي پوي ٿو. جيڪڏهن پارس ڪاسائيءَ
جي گهر جي لوهه کي ڇهي ته به اهو سون ٿي پوندو. نم جو
وڻ چندن جي درخت جي پر ۾ رهي انجي سڳند ڪٺي ٿو
۽ لوڻ جي کاڻ ۾ جيڪا شيءِ پيئي سا کاري ٿي پوندي.
انهيءَ پرڪار جو ستسنگ ۾ ويهندو سو اوس انهيءَ جي زبر
اثر ايندو. پلي ڪٿي جگياسو نيڪ هجن يا بد. روحاني فيض

سنتن ۽ مهاتمائن جي بارمبار سنگت ڪرڻ سان آتما تي ستيه ۽ ڌرم جو رنگ چڙهي ٿو. انهيءَ ڪري ساڌڪ کي جڳائي ته هنجي شانتميه سنگت مان فائدو وٺي ڇاڪاڻ تہ چوڙو سنگ تهڙو رنگ.

”صحبت صالح تـرا صالح ڪند،

صحبت طالح ترا طالـح ڪند.“

ڪنهن به مهاپرش جي سنگت مان پورو لاڀ وٺڻ واسطي اهو ضروري آهي تہ سچائي ۽ شڌ هردي سان هنجي سنگت ڪجي. اهڙي ڀاو ۽ شرڌا ذريعي ئـي سنگت جو پورو پورو اثر ليندو. جي ساڌڪ کي اهڙي مهان پرش جي سنگت نه ملي سگهي تہ پوءِ صرف مالڪ جي ياد ۾ رهي ۽ سنتن مهاتمائن جي اُپديش کي پڙهندو رهي.

ستسنگ جي وڏي مهما آهي. جو ستسنگ ۾ وجهتو اهو سياوڪ اني جي وايومندل جو اثر گرهڻ ڪريتو. گدڙي کي ڌسي ئي گدرو رنگ متائي ٿو. روحانيت جي اُرمل لهرن جو اثر جبو جي سسڪارن تي منحصر آهي. ستسنگ مالڪ سان جلدي ملائڻ جو هڪ اهم ساڌن آهي. شري مدڀاڳوت (سڪند ١١، اڌياءِ ١٢، شلوڪ ١ ۽ ٢) ۾ ڪرشن ڀڳوان فرمائي ٿو ”اي اوڌو! نہ يوگ، نہ گيان نہ ڌرم پستڪن جو پڙهڻ، نہ تپ، نہ تياڳ، نہ يس جي شيوا، نہ دان، نہ پوجا پاٺ، نہ ويدن جو پاٺ، نہ تيرٿ، نہ من اندرين کي دمن ڪرڻ سـان، منش موڪي ايترو جلدي پـائي سگهي جيترو ستسنگ يا ساڌوءَ جي سنگت ذريعي، ڇاڪاڻ تـہ اهڙي ستسنگ ۽ صحبت دوارا ئي ماياوي سسڪار ناس ٿين ٿا.“

سنتن جي سنگت ۾ امـر زندگيءَ جي پراپتيءَ جو ورو لڪيتو. وديا سڪولن ڪاليجن ۾ مليتي. دوائون اسپتالن ۾،

”هر درس کي جن مکت نہ مانگھ،
مل درس لرپت من ديجي۔“
(کلیاڻ مدا، ۴، ۵-۱۳۲۴)

## ستسنگ

ساڌنا ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ستسنگ اهم ضروري آهي. مڻ جو سڀاءُ آهي تہ جهڙي صحبت ۾ رهندو اهڙوئي مٿس رنگ چڙهندو ۽ اهڙي ئي صورت اختيار ڪندو. جي سنگت دنيادارن جي ڪبي تہ دنيا جو رنگ چڙهندو ۽ جي سنتن مهاتمائن جي ڪبي تہ روحانيت جو. انهيءَ ڪري پرمارٿي جگياسوءَ لاءِ اهو بلڪل ضروري آهي تہ ڪمائيءَ وارن ساڌن جي سنگت ڪري. جنهن مالڪ جي پياري ۾ ستيہ جو پرڪاش پرگهٽ آهي سو انهيءَ پرم ستيہ جو سروپ آهي. جيڪي هنجي سمپرڪ ۾ اچن ٿا تن تي سندس روحانيت جون لهرون پربل اثر وجهن ٿيون. اهڙو گورمک چاڪاڻ تہ پاڻ روحانيت جو ماهر آهي انهيءَ ڪري هو اسان لاءِ سچو رهبر بڻجي، اسان کان نام جي ڪمائي ڪرائي اسانکي روحاني خزاني سان مالا مال ڪري ٿو. هو پنهنجي آتمڪ ڌارائن سان سنگت جي آتمائن کي جاڳرت ڪري ٿو ۽ پنهنجي تَوج ۽ بخشش سان اناد ڪال کان پيڙتيل آتمائن کي پريوءَ سان ملائي ٿو. جهڙي طرح گل جي سڳنڌ آسپاس جي سيني چيزن، پاڻي هجي يا مٽي، ڪپڙو هجي يا مڪان، سيني تي پنهنجو خوشبودار اثر وجهي ٿي، اهڙي طرح گورمک هي صحبت ساڌ سنگت تي نيڪ اثر پيدا ڪري ٿي. انهيءَ پرڪار ممڪن جي سنگت قدرتي پنهنجو ابرو اثر ضرور پيدا ڪندي.

ڪامل نشيرن گهر ٻار کي ڪڍهن نہ ڇڏيو. هو دل کي نام سان جوڙي سچا ويراڳي ٿي سنسار ۾ رهيا.

پوري گروءَ جو شبد مالڪ جي پريم جي رنگ ۾ رڱجي، موهہ مايا کان آزاد ٿي، سچي ويراڳ جو حقدار بڻجي ٿو. جنهن جي دل ۾ پربوءَ جي ملڻ جي زبردست خواهش ۽ تمنا آهي، انهي قدر جو هن لاءِ مالڪ بنا جيئڻ محال آهي اهنا ٿي سڀ مايائي بندن ٻولا لين ٿا ۽ اهڙي پياري کي ئي سچو ويراڳي ڪوٺجي ٿو.

## مڪتي

سنت هود مڪت هوندا آهن ۽ هنجي اپديش ٿي هلي انسان آسانيءَ سان مڪتي حاصل ڪري سگهيٿو. سندن سيوا ۽ ڌيان ڪرڻ سان ساڌڪ نجات حاصل ڪريٿو.

”آپ مڪت مڪت ڪري سنسار،

نانڪ تس جن ڪئہ سدا نمسڪار.“

(ڳوڙي محلہ ٥، ٢-٢٩٥)

”مڪتي سيوي مڪتا هووي.“

(مانجهہ محلا ٣، ١٢-١١٦)

مڪتيءَ جو مطلب آهي آزادي ۽ لاتعلقي. جڏهن دل گرووءَ ۽ مالڪ سان جڙي وڃي ٿي نہ پوءِ ٻيون سڀ لاڳاپون ئي ٽوڙي ٿي ٻون لگون ۽ من آرام لہو پوي. تعلق ۾ لاتعلق لگڻ ئي سنتن جي سچي لاتعلقي ۽ تياڳ آهي. مڪتي انسان جو اصلي مقصد نہ آهي. بربر هي دولت پائڻ ۽ نام جي ڪمائي ڪرڻ سان مڪتي خود بخود حاصل ٿي وڃي ٿي. جڏهن پريمي مالڪ جو درشن ڪري هنجي رنگ ۾ مست ٿي وڃيٿو تہ پوءِ من ترپت ٿيو وڃي ۽ انڪي پوءِ مڪتيءَ جي نہ تمنا لتي رهي.

ضرورت ڪانهي. هو هر هڪ ۾ مالڪ جو جلوو ڏسي ٿو. ويراڳ جو اصلي ارٿ آهي من ۽ آتما کي دنيا جي سامان کان اچاٽ ڪرڻ. جيڪي بغير سوچي سمجھي دنيا کي تياڳين ٿا انهنکي شانتي نٿي ملي ۽ عام طور ڏٺو ويو آهي ته اهڙا ماڻهو وري دنيا جي وڪارن ۾ ڦاسي پوندا آهن. انسان کي کپي ته صرف ڪم هلائڻ واسطي دنيا ۾ ورتي ۽ آتما کي نام، گورو ۽ مالڪ سان جوڙي ڏن بدن پنهنجو پيار وڌائيندو رهي. جيئن جيئن من جو جهڪاءُ انهيءَ طرف ٿيندو تيئن تيئن دل مان سنساري موهه گهٽ ٿيندو ويندو.

ويراڳ ۽ تياڳ ۾ فرق آهي. ويراڳي پرش تياڳ جو محتاج نه آهي. هو سنسار ۾ رهندي به تياڳي ٿي سگهيٿو ۽ تياڳي ويراڳ جي دولت کان خالي ٿي سگهيٿو. پرمارٿ ۾ ويراڳ جي اهم ضرورت آهي. جڏهن ستگوروءَ جي ميلاپ دواران گور ڀڳتيءَ جي دولت شش کي پراپت ٿيٿي ته هو آسانيءَ سان سچو ويراڳي بڻجو پوي. هنکي گهر ٻار ڇڏڻ جي ضرورت نٿي رهي ۽ گرهست ۾ رهندي به هو روحانيت جو آنند ماڻي ٿو. باقي ٻيون سڀ چيزون هن لاءِ بي مزي ٿي پرن ٿيون. جيتوڻيڪ هو دنيا ۾ رهي ٿو ته به هو دنيا جي بندن کان آجو هوندو آهي. گورو پنهنجي شيوڪ کي سرت شبد يوگ جو ساڌن بخشي، گرهست ۾ ٿي اداس رهڻ جو طريقو سيکاري ٿو. هو سنسار جون ذميواريون نباهيندي به مکتي حاصل ڪري ٿو.

”نانڪ ستگر ڀيٽئي، پوري هووي جگت،
هسندئا کيلندئا پئندئا کاوندئا،
وچي هووي مکت.“

(گوجري کي وار محلا ٥، – ٥٥٢)

ڪتري پرڪارن جو آهي، پرير جو نثر، پريميءَ جو سروپ، سندس پاونائون، پرير جا انيڪ ٿل، ڀڳتي ڪهڙن قسمن جي آهي، ڀڳتي جو ڪرڻ ڪري، ڪيئن ڪرڻ جڳائي، ڪهڙي ڪرڻ جڳائي، ڀڳتيءَ جو دان ڪٿان ملندو، اهي ساڌن ڪهڙا آهن جنهن دوارا ڀڳتيءَ جو وڪاس ٿئي، گورو ڀڳتي ۽ نام ڀڳتي ڪيئن ڪجي، ڀڳتيءَ مان پيدا ٿيندڙ ا.رهه جو روپ ڪهڙو آهي، ا.رهه جو اثر ڪهڙو آهي ۽ ڪيئن پريمين جي دلين کي ملائي ٿي، گورمت سڌانت جي ”پرير“، ”ڀڳتي“ ۽ ”بروهه“ جي باني ۾ انهن وشين تي ڪافي روشني وڌي ويئي آهي. شائق پاٺڪ وڌيڪ اتان پڙهن.

## ويراڳ

جڏهن پرڀل پرير جاڳرت ٿيندو تڏهن سنسار جون سڀ اڇائون منجهي وڃن ٿيون ۽ اوڳڻ ختم ٿيو وڃن. لوڪ پرلوڪ جي ڪهڙن پدارٿن ۾ رچي نٿي رهي. جڏهن دل سنسار ۽ سنسارڪ پدارٿن کان ڪٽي ٿي مالڪ جي محبت ۽ فراق ۾ وڪالت ڪري ٿي تڏهن ٿي من ۾ سچو ويراڳ اڀرندو.

”من بيراڳ ڀئيا درسن ديکڻ ڪا چاءُ.“

(سري راڳ محلا ٥، ١٦-٥٠)

اهڙي حالت ۾ سنسار جو موهه نٿي وڃي ٿو ۽ من ۾ گورمکن جي سنگت ڪرڻ جي پرڀل اڇا اڀري ٿئي. ويراڳي سڀني غير ضروري چيزن کي ٺڪرائي هڪ من هڪ چت ٿي مٺڙي مالڪ جي درشن جو اڪيلي ٿو پوي. سچي ويراڳ جي حالت ۾ زندگي بسر ڪرڻ لاءِ صرف نام ماتر ضروري چيزون رهجي اچن ٿيون. اهڙو پريمي دنيا ۾ رهندي ۾ دنيا کان نيارو رهي ٿو ۽ هڪڙي سيباس ولڻ جي ڪاڻ

ڀڳتي گوروءَ بنا نٿي ٿي سگهي ۽ نڪو نام سان پيار پيدا ٿئي ٿو. اهو نام ڪيول گوروءَ جي ئي انت پيار ذريعي ئي پيدا ٿي سگهي ٿو.

"بن ستگر ڀڳت نه هووي نام نه لڳي پيار،
جن نانڪ نام آراڌ تا گر ڪي هيت پيار."

(سلوڪ محله ٣، ١١--١٤١٧)

ڀاو، ڀو ۽ ڀڳتيءَ جي جاڳرتيءَ جو مکيه ساڌن آهي گورو ڀڳتي جنهن دوارا ابياسيءَ جي دل جو سنبند گوروءَ جي دل سان جڙي ٿو. گوروءَ لاءِ پريت بہ ڪيئين طريقن سان اُتپن ٿيندي. هڪڙو درشن ڪرڻ سان، ٻيو وارتالاپ دوارا، ٽيون سندس ياد ۽ تصور ذريعي. انهن ڪرڻ سان گوروءَ جا نرمل گڻ ۽ سندس سندرتا شش ۾ واسو ڪن ٿا ۽ شش گوروءَ جي روپ ۾ سمائجڻ لڳي ٿو. آتما پرماتما جي انس آهي انهيءَ ڪري منجهس پريم قدرتي گپت روپ ۾ موجود آهي. انهيءَ پريم کي جاڳائڻ جا بہ ساڌن آهن. هڪڙو ستگوروءَ جي طرفان پريم جون ڏارائون آتما ۾ پريم جاڳرت ڪن ٽيون ۽ ٻيو روحاني راهه تي هلڻ سان ڪڇ ڪڇ پريم جو رنگ چڙهي ٿو. گوروارجن صاحب جن فرمائين ٿا نه دنيا جا لوڪ پريم جو مارگ نٿا ڄاڻن ۽ گنوارن وانگر پيا پٽڪن ۽ پرماتما کي وساري آخر نرڪن جا ڀاڳي ٿين ٿا.

"پيتا پريم نه جاڻئي ڀُولي ڦيري گوار،
نانڪ هر بسرائڪي ڀودي نرڪ آنڌ يار."

(سلوڪ محله ٥، ١٩، ١٤٢٥)

پريم ۽ عقل، پريم ۽ سندرتا، پريم ۽ گيان، پريم ۽ ويراڳ، پريم ۽ موهه، پريم ۽ ڪام، عشق مجازي، عشق حقيقيءَ ۾ ڪهڙو فرق آهي ۽ انهنجو پاڻ ۾ ڪهڙو سنبند آهي ۽ پريم

”ہن نام ہرِ ہرت پیار ناھي،
وسھہ ساج سھیلیا.“

(گؤڙي محلا ١، ١٣-٣٤٣)

”نام“ ستگوروءَ کان ہرِ ہرت لئيتو ۽ ستگورو نام جو ہرتڪ روپ آھي. انھيءَ ڪري ہر پریم ہرِ ہرت ڪرڻ جو سڀ کان اھم ساڌن آھي ساڌ سنگت، ستگوروءَ ھنجھي ديا مھر.

”جا ڪئي پي ڪرپال ہرڀ،
ھر ھر سيئي جھاس،
نانڪ ہرِ ہرت لگي لسن رام سڻ،
پیتت ساڌ سنگاس.“

(آسا محلا ٥، ١٥-٤٥٤)

گوروءَ ہنا تڪرِ ہريم پيدا ٿي سگھيتو ۽ تڪرِ ہرِ روپي خزانو پرابت ٿي سگھيتو. لوھين خود سمجھي سگھو ٿا ته پرماتما جو روپ ہریم آھي ۽ پرماتما خود گوروءَ ہر سمايل آھي. انڪري ہریم جي ڏاٺ صرف ستگوروءَ وٽان ئي ملي سگھي ٿي.

”ہن گر ہريت نه اپجي پائي،
منمک دوڄي پساءِ.“

(سورٺ محلا ٣، ٦-٦٠٣)

”ہن گر ہريم نہ ليئي،
جن ويکھ من نر جاس،
ھر گر وح آپ رکيا،
ھر ملي گر ساباس.“

(مارو وار محلا ٤، ١٤-٩٩٦)

”سچا ہریم پیار گر ہوری ٿي پائيئي،
کبھوُ نہ ھووي ہنگ،
نانڪ ھر گڻ کائيئي.“

(سلوڪ محلا ٤، ٨-١٤٢٣)

ڪري نٿو ڪجي جو آتما جي مٿان ڪٽين پڙدا آهن. پر هي آهي هڪ قسم جي انساني بجلي جنهنجي پرگهٽ ٿيڻ سان سڀ من جا مليڻ وڪار ۽ خام خيال گندگيءَ جي ڍير وانگر جليو ڀسم ٿيو وڃن. پر آتما کي پاڪ ۽ پوتر ڪري منٽن ۽ سيڪنڊن ۾ لک اک ڇنڀ ۾ اهي روحاني منزلون طئه ڪرائي ٿو جي هوند ٻين ساڌنن ذريعي صدين ۾ طئه نه ٿي سگهن. پر اُهي ڪرڻ جا ٻه ساڌن آهن. پهريون پرماتما روپ ستگوروءَ جي ديا مهر، ٻيو نام جي ڪمائي. بجلي ذري ذري ۾ موجود آهي پر انهيءَ جو ظهور شان شوڪت سان ۽ قدرتي نموني بادلن ۾ ٿئيٿو. بجلي پيدا ڪرڻ جو ٻيو طريقو نقلي آهي ۽ اهو آهي بئٽريءَ جي ذريعي. پهريون طريقو آهي صرف ستگوروءَ جي ڪرپا درشٽيءَ سان ستسنگي پريمي جي خزاني کي پاليٿو ۽ ٻيو سمرن، ڌيان ۽ اڀياس ذريعي. جڏهن سمرن ۽ ڌيان مضبوط ٿئيٿو تڏهن دل ۾ پريم ۽ وشواس واسو ڪن ٿا ۽ حقيقي خوشي ۽ سرور جي حالت رهي ٿي. اهڙيءَ حالت ڏسي پريو پرسن ٿو ٿئي ۽ جگياسوءَ تي نام جو رنگ چاڙهي ٿو. مالڪ "نام" ۽ "شبد" آهي، "پريم" آهي. انهيءَ ڪري نام شبد ۽ پريم ٺيٺي هڪ آهن.

"پريم پدارٿ نام هي پائي،
مائيا موهه بناس."

(سورٺ محله ٥، ٦٤٠)

جيئن جيئن آتما تي نام جو رنگ چڙهي ٿو تيئن تيئن پريم ۾ پختو ٿيندو وڃيٿو. پريم نڪو دڪانن تي ٿو وڪامي ۽ نڪو کيتن ۾ پيدا ٿو ٿئي. پريم جو چشمو هر هڪ انسان جي اندر "نام" يا "شبد" جي روپ ۾ موجود آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته نام جي ڪمائيءَ بنا اهو پريم پيدا نٿو ٿئي جو اسانکي آخر وڃي پرماتما سان ملائي.

ٿي نٿي رهي. پريمي صرف پريم جو پوڄاري ٿيو رهي ٻالڪ ٻاڻ پريم جي مورت بڻجو پوي. پوءِ سچي وحدانيت ۽ سچي ايڪاگرتا صرف پريم مان اُڀرن لڳن ٿيون. جيڪا رسائي سالن جا سال اڀياس ڪرڻ سان حاصل نٿي ٿئي سا صرف سنت ستگروءَ جي رحمت ڀري نظر سان پراپت ٿيو پوي. اهڙي سچو وصال ۽ يوگ آهي ۽ پرمارٿ جو سار آهي. پريم ۾ اهڙو آنند آهي جو اسانکي شرير ۽ بين جڙ پدارٿن کان جدائي، پاپ ۽ پنج کان مٿي ڪڍي پريتم سان ملائي ٿو ڇڏي. جيڪو پرماتما جي درشن جي تمنا ٿو رکي، تنهنکي جڳائي ته ڀيرين پنهنجي من ۽ هردي جي غلاظتن کي پريم جي پاڻيءَ سان ڌوئي.

## پريم جاڳائڻ جا ساڌن

شريعتن جون ريتيون ۽ رواج انسان لاءِ ڏنائيءَ جو ڪم ڪن ٿيون ۽ انهن جو مقصد آهي پرڀوءَ لاءِ پريم پيدا ڪرڻ. انهيءَ ڪري اهي رسمون ۽ ساڌن اُهو آهن جن ذريعي ڀرم جي آڳ پڙڪي ۽ اصل نسل جا خيال پلجي وڃن. گرو رامداس جن فرمائين ٿا ته جنهن ساڌن ذريعي پرڀوءَ سان پريت لڳي سوئي سچو جپ تپ، ورت ۽ پوڄا آهي.

"سو جپ سو تپ سا ڀرت پوجا،
جت هر سيتي پريت لگاءِ."

(گراڙي محل ۴، ۱۳-۷۲۰)

نوڌا ڀڳتيءَ (نون قسمن جي ڀڳتي) جا طريقا پريم کي پيدا ڪرڻ جا ئي ڪارگر ساڌن آهن. مالڪ پريم جو ساگر آهي ۽ آتما انهيءَ ساگر جي ڦڙا پوند. انهيءَ ڪري قدرتي هرهڪ انسان جي اندر پريم موجود آهي. محسوس انهيءَ

پريم جي راھ ۾ لوڀ ۽ لالچ کي ڇڏڻو پوندو ۽ صرف سر جي ست ڏيئي ئي پريم جو پيالو پي سگھبو.

"پريم پيالا جـو پيوئي سيس دکشنا دي،
لوڀي سيس نہ دي سڪي نام پريم کا لي."

(ڪبير صاحب)

پريم جي مارگ ۾ دليل ۽ حجت جي گنجائش نہ آھي. ھن راھ ۾ مجنون بڻجي وڃڻو پوندو. جيستائين اسانجي بڌي علم ۽ ھنر ۾ اٽڪيل رھندي تيستائين اسين انھيءَ پرم سنيہ کان دور رھنداسين. عاشق جو ڪلام آھي تہ تون پريتم جي زلفن ۾ پنھنجي دل کي قيد ڪر ۽ ھنجي ڏيان ۾ محو ٿي وڃ ڇاڪاڻ تہ دليل ۽ حجت ڪرڻ سان عشق جي راہ ۾ نقصان ٿيندو.

"دل انـدر زلـف لعليٰ بند،
وڪار عشق مجنون ڪن،
ڪ عاشق رازيـان دارد،
مقالات خـرد مندي."

پريم بن دلين کي ملائي ھڪ ٿـو ڪري ۽ پوءِ ۾ ڪو پن ڀيد نٿو رھي. ايتري قدر جو ھنجو الڳ، ٿيڻ ناممڪن ٿيو پـوي ۽ ٻئي ائين مليو وڃن جيئن کير ۽ پاڻي. دادو صاحب جن فرمائين ٿا تہ سچي عاشق جي اھا نشاني آھي تہ ھو پريتم جو ڏيان ڪري انجي شڪل اختيار ڪريٿو ۽ اھڙن عاشقن لي پرماتما بہ عاشق ٿيو پوي.

"عاشق معشوق ھو گيا عشق ڪھاوي سوئي،
دادو اس معشوق ڪا الله عاشق ھوئي."

جڏھن اھا اوستا پيدا ٿيتي تہ پوءِ سڀ جپ تپ پوجا پاٺ جو لاڀ انھيءَ ۾ اچي وڃيٿو يعني انھن جي ضرورت

سيني کي ٻہار ڪريٿو. جڏهن پريم پيدا ٿيٿو تڏهن ابرڪا، دويش ۽ نفرت دل مان نڪري ويچي. پريم آهي سڀ کان اريڻ ڪرڻ جو مارگ، دل حوالي ڪرڻ جو مارگ. پريم ۾ دائمي ڪشش آهي ۽ انهيءَ جي پرگهٽ ٿيڻ لي انسان جي يڪسان حالت رهيٿي ۽ لڳاتار انهيءَ پريم جي آنند ۾ مست رهيٿو. گهٽاوڌيءَ جي ڪا گنجائش نٿي رهي ۽ آتما پريوءَ جي پريم ۾ اٺئي پهر مگن رهيٿي.

”پريم پريم سڀ ڪو ڪهي پريم نہ چيني ڪوئي،
آٺ پهر پيٺا رهي پريم ڪهاوي سوئي.“

هيءَ هڪ پرپل چڪ آهي جا ٽوڙڻ سان نہ ٽي ٽٽي ۽ ڇڏڻ سان نٿي ڇٽي.

”مون لالن سٿ پريت بني،
توري نہ ٽوٽي ڇوري نہ ڇوٽي،
اٺسي ماڌو ڪيچ ٺني.“

(بلاول محلہ ٥، ٣-٨٢٧)

پريم سنسار جي جان ۽ زندگيءَ جو جوهر آهي، پورو تہ سادگيءَ جو سار تت آهي. پريم بنا دنيا ويران آهي. پريم آهي آب حيات جو زندگيءَ کي تازو توانو رکيٿو. پريم کو واٽيي جو هٽ نہ آهي. هن مارگ ۾ تہ تن من ۽ ايمان سڀ پريتم مٿان قربان ڪرڻو پوي ٿو. هتي تہ سر جو سانگو لاهڻو آهي.

”جئہ تئہ پريم کيلن ڪا چاءُ،
سر ڌر تلي گلي مري آءُ؛
إت مارگ پئر ڌريجي،
سر ديجي ڪاڻ نہ ڪيجي.“

(سلوڪ محلہ ١، ٢-١٤١٢)

تلسي صاحب جن فرمائين ٿا ته پرماتما سان ملڻ جو ذريعو آهي پريم ۽ پريم بنا اها روحاني راهه ڪنهنکي به هٿ نه آئي .

" پريم ڪيا تن هي پـرڀ پائيو ،
بنا پريم ڪڇ هاٿ نه آئيو . "

( تلسي صاحب )

ڪبير صاحب فرمائين ٿا ته جوڳي ، جتي ، تپسوي ، سنياسي ۽ صوفي ڪو به بنا پريم جي مالڪ جي گهر نه پهچي سگهندو .

" جوڳي جنگم جيوڙا سنياسي درويش ،
بنا پريم پهنچي نهين درلڀ ستگور ديش . "

سڀ سادن پريم آڻڻ ڪرڻ لاءِ ڪجن ٿا . پريم بنا سڀ پوڄ بندگي بي سوادي رهن ٿا . پريم جي پيدا ٿيڻ سان سڀ رحمتون ڪنيون ٿين ٿيون ۽ جتي پريم نٿو رهي اتان سڀ نعمتون ڪافور ٿيو وڃن .

" Love and all things shall be added unto you ."

( Bible. )

گهر ٻار ، ڪار وهنوار يا جيون جي ڪنهن به کيتر ۾ پريم جي رتي کٽي ملايو تـه سڀ طرف سک ۽ شانتي ڦهلجو وڃي . پرماتما ۽ انجي اپايل سرشٽيءَ سان محبت ڪيو چاڪاڻ ته سڀ انهيءَ پريم روپني خزاني جا حقدار آهن ۽ ڪو به ڌاريو ڪونهي .

" سڀي ساجهيوال سـدائـن ،
تون ڪسي نه دسهه باهرا جيئه . "

( مانجهه محله ٥ ، ٨ – ٩٧ )

سڄي سرشٽيءَ سان اسانجو ذاتي تعلق آهي . هڪ ئـي مالڪ سڀ جو پرم پتا آهي ۽ اسين انجا ٻالڪ آهيون ۽ هو

ڀڳتي ، ويراڳ ، گيان يوگ وغيره ليڪن عشق يا پريم جو درجو انهن سڀني کان اوچو آهي بلڪ پريم انهن سڀني ساڌنن جي جان آهي. عشق جي ڪشش ئي انسان کي پرماتما تائين پهچائڻ جو واحد ذريعو آهي انهيءَ ڪري جن ساڌن ۾ عشق جو جذبو نه آهي سي فائديمند هئڻ جي بجاءِ اوجهه ۽ بيماري بڻجو پون. گورو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا ته جپ تپ، سنجم، سڀ مان عزت وڏائي سڀ عشق جي رليءَ لئان گهوري ڇڏجن.

”جپ تپ سنجم هرک سک مان مهت أر گرب ،
موسن نمڪ پريم پر وار وار ديئه سرب.“
( ڇو اولي محلا ٥ ، ٣-١٣٦٣ )

مبارڪ آهن اهي نئڻ جي پريتم جي ياد ۾ نير وهائين ٿا. مبارڪ آهي اها دل جا مالڪ جي وڇوڙي ڪارڻ اسرجي روپي آگ ۾ ڪباب وانگر پچي رهي آهي ڇاڪاڻ ته اکين مان ڪرندڙ آنسون دل جي سطح تي ڪري مالڪ جي وازن کي ڪولڻ جي موسم پيدا ڪن ٿيون. جهڙي طرح ورشا ڌرتيءَ تي رنگ برنگي پشپ پيدا ڪري ٿي، اهڙي طرح ملڙي مالڪ جي ياد ۾ اکين مان وهندڙ لڙڪن جون ڌارائون پرمارٿ جا پشپ پيدا ڪن ٿيون. انهيءَ ڪري پريم جو درجو سڀ کان اوچو آهي. مالڪ پريم روپ آهي (God is Love) تنهنڪري ان سان ملڻ جو آسان ۽ ترت ذريعو صرف پريم ئي آهي. پريم جي مهما سڀني ڌرم پستڪن ۾ درج آهي. سڀ رشي مني، پير پيغمبر، سنت مهاتما پريم جا پوڄاري هئا. دسم پاتشاهي جن فرمائين ٿا، ”اي لوڪو! مان توهان کي سچ سچ ٿو چوان ته جن ۾ پريم ڪيو تن پربهوءَ کي پاتو.“

”ساچ ڪهون سن ليهو سڀي
جن پريم ڪيو تن هي پربهه پايو.“

# پرمارٿ جي ساڌن ۾ سهايڪ ڳالهيون

## ( Helping Factors )

پرمارٿ ۾ ڀڳتي، پريم ۽ عشق ضروري آهن. ڇوته ۾ اهي ٽيئي الڳ، ليڪن ٿا پر در اصل ٽنهي جو روپ هڪ ئي آهي. سمان هوندي به ڀڳتي ۽ پريم جي حالت ۾ ڪجهه فرق آهي. ڀڳتي هڪ بي اختيار ڀاو ۽ ڪشش آهي جا پريتم جي طرف ڪيڇي ٿي وڃي. پريم پريتم سان ميلاپ ۽ هن ۾ لين ٿي رهڻ جي آنند کي چئجي ٿو. پريم آهي پريتم جي گهري ۽ گهاٽي آنند ۾ محو ٿي وڃڻ ۽ ڀڳتيءَ جي آدرش کي مڪمل ڪرڻ. پريم آهي مالڪ جي سچي نماز. مستيءَ جي عالم ۾ هڪ دفعو ٿي من جي مالها ڦيرڻ سان دل ۾ پريتم جي ياد ۽ اکين ۾ انهيءَ جو ڌيان وسي وڃيٿو. روم روم مان پريم جي پڪار نڪرڻ ٿي ۽ نيڻن مان نير لڳاتار وهندو رهي ٿو. انهيءَ ياد ۽ ڌيان جي دوارا انسان پنهنجي دل جي ڪعبي تائين جلدي رسائي حاصل ڪريٿو. بنا آنسن صرف خشڪ روزا، نمازون ۽ عبادتون قلدايڪ نٿيون ٿين. اهو خشڪ مارگ صرف لڙڪن سان ئي تر ٿئي ٿو ۽ جگياسوءَ کي جلدي منزل مقصود تي رسائي ٿو. پريم بنا سڀ جپ تپ، گيان ۽ ڌيان ٿوٿا آهن ۽ انهيءَ بنا اپياسي روحاني راز کان محروم رهجي وڃيٿو ۽ مالڪ جي سچي ڀڳتيءَ جو ڀنڊار نٿو پائي سگهي. ڀلي ڪٺي هزارين عبادتون ڪريو پر توهين سچا نمازي نه بڻجي سگهندا. جيڪو پريم جي رس کان وانجهيل آهي سو ڪيئن محبوب جي رازن کان واقف ٿيندو؟

”هــزار سال عبادت ڪند نمازي نيست،
ڪسي ڪو عشق ندارد خدا راضي نيست.“

مالڪ جي لاءِ ڪئين ساڌن آهن جهڙوڪ جپ تپ،

”ڪهت نانڪ پي ڀاڱ ڪا ڪري سبگار،
سڌهي سڀجيءَ روي ڀتار.“
(آسا محلا ١، ٨-٣٥٧)

مطلب تہ پرجو سبگار ڪري پريم جو رس پان ڪري، پريت جي خوراڪ کائي ۽ تن من ڀيٽيءَ ڪي ارپڻ ڪري، پوءِ تي آتما انهيءَ آنند کي ماڻي سگهندي.

پتہ سيگار تبول رس،
ڀوجن ڀاءُ ڪريٿ،
تن من سؤنپي ڪنت ڪٿ،
تہ نانڪ ڀوگ ڪريٿ.“
(سوهي وار محلا ٣، ٦١-٧٨٨)

جڏهن من ۾ ڪنهن انوکي، سندر ۽ موهيندڙ هستيءَ جو پرويش ٿو ٿئي تہ پوءِ قدرتي انهيءَ جي منڊي ياد ۾ هردم هردي ۾ اُٿي رهندي انهيءَ کي سڏجي ٿو پريم. سو جڏهن ساڌڪ جي من ۾ پڻ اڀري تہ لازمي محبت ۾ پنهنجو پاڻ الي واسو ڪريٿي. اهڙي ڀاو ٻنا سچي ڀڳتي ممڪن ناهي.

”نانڪ جن من ڀئہ تنا من ڀاءُ.“
(آسا محلا وار ١٤-٤٦٥)

”ڀيءَ ٻن ڀڳت نہ هووتي، نام نہ لڳي پيار.“
(سوهي وار محلا ٣، ١٤-٧٨٨)

گورو رامداس صاحب جن تہ فيصلو ڪندي فرمائن ٿا تہ ڀؤ ٻنا نہ ڀاو ايندو ۽ نڪو هي ڀوساگر پار ٿيندو.

”ٻن ڀيءَ ڪني نہ پريم ڀائيا،
ٻن ڀيءَ پار نہ اُترنا ڪوئي.“
(تکاري محلا ٤، ١-١١١٦)

# پاءُ (پریم)

پو (ٻپ) ذریعي ستگور لي ڀروسو ۽ وشواس ۽ هملاء پيار، عزت ۽ مان وڌن ٿا. گوروء لاء شيوڪ جي دل ۾ پريم جو جذبو پيدا ٿئي ٿو ليڪن اهو جذبو ادب ۽ عزت سان مليل رهيٿو. گور ٻاڻيء ۾ انهيء پريم تي زور ڏنو ويو آهي جنهن مان پريتم لاء محبت ۽ عزت روم روم ۾ وسي وڃي. سڀ جپ، تپ، سنجم، تيرٿ، ورت اهڙي پريما پڳتيء کان سواء ڪنهن ڪم جا نه آهن.

"ڪيا جپ ڪيا تپ سنجمو،
ڪيا ٻرت ڪيا اسنان،
جب لگ جگت نه جانيئي،
ڀاء ڀگت ڀڳوان."

(گوڙي ڪبير جي ١٣-٣٣٧)

ستگوروء جي گهري سنگت ڪرڻ سان ۽ هنجي ڪرپا دواران ئي اهو پريم جو دان مليٿو، پريم جنهن ۾ پو جي ملاوت رهيئي. گورو انگد صاحب جن فرمائين ٿا ته اي ساڌڪ! تون ڀؤ روپي پير هنائي پيار جي اکين سان آتما جي پريتم طرف وک وڌاء. ائين ڪرڻ سان تنهنجو محبوب سان وصال ٿيندو.

"ڀئي ڪي چرڻ ڪر ڀاؤ ڪي لوئڻ سرت ڪريه،
نانڪ ڪهي سيائيئي او ڪنت ملاوا هوء."

(مانجهه وار محلہ ٢، ٥-١٣٩)

جيڪا آتما ڀو ۽ ڀاو جو سينگار ڪريٿي، اها هميشه پنهنجي پتي پرماتما جو سک ماڻي ٿي. اهو سينگار آتما ڪيئن ڪريٿي؟ جڏهن آتما ڀؤ روپي سرايون ڀاو روپي نيترن ۾ پائيٿي تڏهن ئي ان کي اهو سهاڳ حاصل ٿئيٿو.

وساڻي ٿو ۽ سيني پرمن کان مڪت ٿي وڃيٿو.

اُنهي ڪرپا ڪري، سوئي جن ٻاڻي،
گـــر ڪا شبد من وسانــي،
اَن دن سدا رهي پيءُ اَنـــدر،
پيءُ مـار پـــرم چڪاوڻا.

(مانجهه محلا ۳، ۱۱۴-۱)

گوروءَ جي ڪرپا سان ٿي جڏهن اهو پو دل ۾ رهي ٿو
تہ پوءِ من پنهنجا وڪار تجي شبد جي ڪمائيءَ ۾ لڳي
وڃي ٿو.

” گـــر پـرسادي پــڙ پڇيا،
وِديـاڪ وسيا مــن آءِ،
پيءُ پڇي من وس هـــونـــا،
هـــوميـــءِ شبد جـــلاءِ.“

(سورٺ وار محلا ۱۳-۶۴۵)

جڏهن ستگوروءَ جو دل ۾ پڙ رهيٿو تہ قدرتي هنچي
ياد بہ بي اختيار من ۾ پختي ليندي وڃيتي. پوءِ اهڙي
پريميءَ کان ڪو پاپ ٿي نٿو سگهي. انهيءَ پو مان پاو پيدا
ٿيڻ لڳي ٿو ۽ انهيءَ پاو ۽ پريم ۽ نام جي ڪمائيءَ دوارا
جڏهن سادڪ کي اندروني انپو حاصل ٿيٿو تہ پوءِ هو ٻڌر
ٿيجو پوي. انپو ۽ ديپ هرشريڪ نہ آهن ۽ نرپو پرماتما جي
ياد ۾ سپ پو ختم وڃن.

” جهہ اَنپو لڳہ پـڙ نهي،
جهہ پـــڙ لهہ هر ناهہ،
ڪهٽو ڪسر ٻيار ڪي،
سنت سنهہ من ماهہ.“

(سلوڪ ڪبيرجي ۴-۱۳۷۴)

## ڀاؤ (پريم)

ڀؤ (ڀئ) ذريعي ستگور لي ڀروسو ۽ وشواس ۽ ھملاء پيار، عزت ۽ مان وڌن ٿا. گوروءَ لاءِ شيوڪ جي دل ۾ پريم جو جذبو پيدا ٿئي ٿو ليڪن اھو جذبو ادب ۽ عزت سان مليل رھيٿو. گور ٻاڻيءَ ۾ انھيءَ پريم لي زور ڏنو ويو آھي جنھن مان پريتم لاء محبت ۽ عزت روم روم ۾ وسي وڃي. سڀ جپ، تپ، سنجم، تيرٿ، ورت اھڙي پريما ڀڳتيءَ کان سواء ڪنھن ڪم جا نه آھن.

"ڪيا جپ ڪيا تپ سنجمو،
ڪيا برت ڪيا اِسنان،
جب لگ جگت نه جانيئي،
ڀاءُ ڀگت ڀڳوان."

(گؤڙي ڪبير جي ١٣-٣٣٧)

ستگوروءَ جي گھري سنگت ڪرڻ سان ۽ ھنجي ڪرپا دواران ئي اھو پريم جو دان مليٿو، پريم جنھن ۾ ڀؤ جي به ملاوٽ رھيٿي. گورو انگد صاحب جن فرمائين ٿا ته اي ناڌڪ! تون ڀؤ روپي پير ٺاھي پيار جي اکين سان آتما جي پريتم طرف وک وڌاء. ائين ڪرڻ سان تنھنجو محبوب سان وصال ٿيندو.

"ڀيءُ ڪي چرڻ ڪر ڀاؤ ڪي لوئڻ سرت ڪريھ،
نانڪ ڪھي سيائيئي او ڪنت ملاوا ھوء."

(مانجھ وار محله ٢، ٥-١٣٩)

جيڪا آتما ڀؤ ۽ ڀاو جو سينگار ڪريٿي، اھا ھميشه پنھنجي پتي پرماتما جو سک ماڻي ٿي. اھو سينگار آتما ڪيئن ڪريٿي؟ جڏھن آتما ڀؤ روپي سرايون ڀاو روپي نيٽرن ۾ پائيٿي تڏھن ئي ان کي اھو سھاڳ حاصل ٿيٿو.

وسائي ئو ۽ سيني پرمن کان مکت ٿي وڃٿو.

اُپجي ڪرپا ڪري، سوئي جن پالي،
گــر ڪا شبد من وَسائـي،
اَن دن سدا رهي پڇ اَنـدر،
پڇ مار پــرم چکاوٽيا."

( مانجھ محلا ٣، ١-١١٣ )

گوروءَ جي ڪرپا سان ئي جڏهن اهو پڇ دل ۾ رهي ٿو تہ پوءِ من پهنجا وڪار تجي شبد جي ڪمائيءَ ۾ لڳي وڃي ٿو.

"گــر پـرسادي پــڇ پڇيا،
وِديـاڪ وَسيا مـن آءِ،
پڇ پڇي من وَس هــونـا،
هــؤمــي شبد جــلاءِ."

( سورٺ وار محلا ١٣ - ٦٤٥ )

جڏهن ستگوروءَ جو دل ۾ پڇ رهيٿو تہ قدرتي هنجي ياد بہ بي اختيار من ۾ پختي لبدي وڃيٿي. پوءِ اهڙي پريميءَ کان ڪو پاپ ٿي نٿو سگهي. انهيءَ پو مان پاو پيدا ٿيڻ لڳي ٿو ۽ انهيءَ پاو يا پريم ۽ نام جي ڪمائيءَ دوارا جڏهن سادڪ کي اندروني انبو حاصل ٿيٿو تہ پوءِ هو نڀر ٿيجو پوي. انبو ۽ دپ هم شريڪ نہ آهن ۽ نرپو پرمالما جي ياد ۾ سب پڇ متجو وڃن.

"جهہ اَنيؤ تهہ پـؤ نهي،
جهہ پــؤ تهہ هر ناهہ،
ڪهيُو ڪبير اچار ڪي،
سنت سنهہ من ماهہ."

( سلوڪ ڪبير جي ٤-١٣٧٤ )

جيئن جيئن پنهنجي گناهن جو احساس محسوس ٿئي ٿو ٿيئن ٿيئن سندس هردو نرمل ٿيندو وڃيٿو. ٻوءِ اهڙو گوروءَ جو پيارو پنهنجي ستگوروءَ جي حڪم کي پڇاڻي ٿو، سندس جس ڳائيٿو ۽ مان وڏيائي پائيٿو. پر اهو سڀ مالڪ جي خاص ديا مهر سان ئي ممڪن آهي.

پرمارٿ ۾ پوُ يا ڊپ رکڻ جي ضرورت تي زور ڏنو ويو آهي. اهو هڪ ڇهبوُڪ جو ڪم ڪريٿو جو سادڪ کي جلدي ٻوگيه بنائي نيٺ آخرين منزل تي پهچائي ٿو. منش چولي جو مقصد پريو پراپتي آهي. ملڪ الموت جو پتو نه آهي ته ڪهڙي ويلي يا وقت ايندو. جگياسوءَ اندر اهو مؤت جو ڊپ ۽ اهو خيال ته جي پنهنجي آدرش کي حاصل ڪرڻ کان اڳميٿي مؤت آيو ته اَملهه زندگي وئرٿ وينديءَ، هنجي وڪ روحاني راه ۾ وڌائين ٿا. جنهنجي من ۾ اهو پو ٻٽيو ٿو رهي ته ڪٿي غفلت وچان گناهن ۾ ڪري نه پران، اپياس کان دور نه ٿي وڃان ۽ گوروءَ کي وساري نه وهان، سو سدائين "جيٿري مرڻ" جي ڪوشش ۽ نام جي ڪمائيءَ ۾ لڳو رهيٿو ۽ جمدوتن جي خطري کان بچي وڃيٿو. جنکي اهو پو نه آهي سي جنم مرڻ جي پو کان بچي هن ڀؤ ساگر مان پار نه ٿي سگهندا.

"جنا پڻ تــن ناهه، مچ پڻ نيويڻاهه،
نانڪ ايهه پٽنترا، تت ديباڻ گئتاهه."

(سوهي وار محله ٢، ٣-٧٨٨)

"ڀيءِ بن ڪوءِ نه لنگهس پار،
ڀيءِ ڀــو راکيا ڀــاءِ سوار."

(گؤڙي محله ١، ١-١٥١)

جنهن تي مالڪ مهر ڪري سوئي نس دن لڳاتار دل ۾ گوروءَ جو پو رکيٿو. اهڙو پريمي پنهنجي اندر انهد شبد کي

## پڙ (ٻ پ)

جيئن جيئن شش ستگوروءَ جي پوڄا ڪري ٿو تيئن تيئن هنجي دل ۾ ستگوروءَ لاءِ مان ۽ قدر وڌندو ٿو وڃي. هو ستگوروءَ جو پرلڪ درشن ڪري ٿو ۽ هنجي شڪتيءَ ۽ ليلائن کان واقف ٿيندو وڃي ٿو. شروع ۾ ته هو ڪم ڳالهيون گوروءَ کان لڪائي ٿو پر جيئن جيئن هندو گوروءَ جي انتريامتا ۾ يقين پختو ٿيندو وڃي ٿو تيئن تيئن سندس دل ۾ پڙ به پيدا ٿئي ٿو. انڙيءَ ڪارڻ هو پنهنجي ڪمين ۽ ڪمزورين کان اڳواڻي واقف ٿئي ٿو ۽ دم مارڻ جي لائق نٿو رهي ۽ ٻالڪي شرمسار ٿو سمجهي. مالڪ ستگوروءَ اندر پرگهٽ آهي ۽ جيئن هو هر جڳهه موجود آهي تيئن ستگورو به هر هنڌ حاضر ناظر ڏسڻ ۾ اچي ٿو. قدرتي آهي ته جنهنجي هستيءَ جي موجودگيءَ جو پورو وشواس هوندو انهيءَ جو ڊپ ۽ لحاظ ضرور رهندو. شش کي پوري جاڻ رهندي ته گهر ٻار ٿوڙي ايڪانت ۾ ستگورو حاضران حضور آهي ۽ هاڻيندي ٿوڙي سمهندي پڻي حالتن ۾ هنجي ڏيک ڀال ڪري ٿو. انتري قدر هو گورو سندس من ۾ اٿندڙ خيالن ۽ ڦرڻن کان به واقف آهي. هنڪي سڌائن پنهنجي عيبن ۽ اوڻاين جو احساس رهي ٿو ۽ گوروءَ کي ڏسندي هو شرمندو ٿئي ٿو ۽ پي اعتبار هنجي اڳيان جيڪي ٿو. اڪ ڪٽي گوروءَ ڏانهن نهارڻ جي همت اٿي ٿئيس. جيترو ٿيڪ هو چاهيندو ته گورو ڪيس پيار ڏئي پر پنهنجي پتمي اوسنا ڏسي لاچار ٿي پرارٿنا ڪري ٿو ته اي ستگورو!

”ٿو ڏيکي اوگن ڪورن، ڪتسي ٻالڻ ٿوهه.“

(ڪبير صاحب)

ستگوروءَ جي نرمل سروپ جو درشن ڪري شش کي

”نقلي مسجد مندرون ميں جا ٿي صد افسوس ھئہ،
قدرتي مسجد ڪا ساڪن دک اُناني ڪي ليئي.“
(تلسي صاحب)

ٻاھرئين مندر ۽ مسجد جي عزت ڪرڻ ٻاھرمڪي ڪريا آھي. دراصل سنتن ۽ مھاتمائن ڪانسواءِ ٻيو ڪو سچو مندر يا مسجد آھيئي ڪانہ. اھڙن گورمکن جي اندر پريوءَ جو پرڪاش پرگھٽ ھوندو آھي. انھيءَ ڪري ھوئي پوڄا ۽ وندنا جي يوگيہ آھن. صرف کت ڪرم (ڇھ ڪرمائون)، سچ سنجم (اندرين کي وس ڪرڻ) ۽ اشنان ڪري پوڄا پاٺ ڪرڻ سان ٻار ٻوھر جو رنگ نٿو چڙھي. اھو رنگ تہ صرف پريوءَ جي ٻريم ۽ وڳيل مھاپرشن جي صحبت مان چڙھندو. سچي پوڄا انترمکي پوڄا آھي جا صرف سچي ھردي سان ٿي سگھيتي ۽ جنھن ۾ تن من ۽ ڌن روپي پشپن جي ڀيٽا ڏيڻي پوندي.

”اَنتر پوُڄا من تي ھوءِ،
ايڪو ويکي اور نہ ڪوءِ.“
(بسنت محلہ ۳، ۶-۱۱۸۳)

”تن من آرپئہ پوُڄ چڙھاوَءِ،
گر پرساد نرنجن پاوَءِ.“
(گوجري رويداس ۱۴-۵۲۵)

پوڄا جي يوگيہ ڪيول مالڪ آھي ۽ انھي کي ڇڏي ٻئي جي پوڄا ڪرڻ آلم گھاٽ آھي.

”ڪرپا نڌ ڇوڙ آن ڪئہ پوُجھ،
آلم گھاتي ھر لي.“
(۱۲۹۷-۵ -۸ ...

## پوڄا

آتمڪ اُنتيءَ لاءِ ٻاهِ ڪان اوچي ۽ مهان هستيءَ جي شيرا ۽ وندنا سچي پوڄا آهي. گهڻو ڪري سڀني ڌرمن ۾ ٻاهرين پوڄا جو دستور آهي. انهن ۾ سڀ ڌارمڪ استان ۽ ڌرم پستڪ عزت جي قابل آهن ۽ جيترو ۾ هنجو سنمان ڪجي اوترو ٿورو. پر اصلي مقصد هو اهڙن ٻولو استاڻ لي اچي پنهنجي گرنٿن جي املهه سکيا کي سمجهڻ ۽ انهيءَ مطابق عمل ڪرڻ. عام لوڪ انهيءَ اصلي مقصد کي نظر انداز ڪري صرف اهي وجي متو ٽيڪڻ ۽ ڦول ،الهائون چاڙهڻ کي ئي پوڄا سمجهي ويٺا آهن. گرو ٻاڻي انهيءَ جو قطعي فيصلو ڪري ٿي. گرو رامداس صاحب جن فرمائن ٿا ته مورک لوڪ جنجي اندرين اک نه کلي آهي سي پرمن ۾ پيا پٽڪن. هو گلن کي جي جڙ جي پوڄا ڪن ٿا ۽ سماڌين تي پنب چاڙهين ٿا. اهڙن اگيانن جي سڀ محنت اجائي وڃي ٿي.

” پرم ڀُولي اگياني اندهلي ،
پرم پرم ڦول ٿوڙاوي ،
نرجيئه پُوجهه مڙا سرپوهه ،
سڀ برٿي گهال گراوي . “

( ملار محله ٤ ، ٣-١٢٦٤ )

لعجب جي ڳالهه آهي ته ڪدورت جي هٿن سان پٿل ڌهن دروازن واري مندر يا مسجد ۾ رهندڙ انسان ين هٿن سان بٽايل نقلي مندرن ۽ مسجدن ۾ پٽڪي رهيو آهي.

” ايڪ مسيت دسي دروازه “

( پيرءِ ڪبير ٨-١١٥٨ )

ستگوروءَ جي شيوا ڪرڻ سان جاتق ۽ خلقت سان پيار پيدا ٿيئو. انهيءَ شيوا دواران چار پدارٿ (ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش) آسانيءَ سان پرابت ڪري سگهجن ٿا ۽ لوڪ پرلوڪ جون اچالون پوريون ٿين ٿيون. ڌن دولت، اعتبار، ملڪ ۽ سچ ٽالبالڻ، جپ تپ، پن دان، شيل، پوڄا وغيره ڌارمڪ ڪمن ۽ موڪش اهي سڀ گوروءَ جي شيوا ذريعي حاصل ٿين ٿا.

”چار پدارٿ جي ڪو مانگي،
ساڌ جنا ڪي سيوا لاڳي.“
(راڳ گئوڙي محل ۵، ۴-۲۶۶)

گورو آتمڪ گيان جي دولت بخشي ٿو جا تن من ۽ ڌن سڀني کان قيمتي آهي، انهيءَ ڪري اهي ٿيئي گوروءَ تان قربان آهن.

”تن من ڌن سڀ سؤنپ گـر ڪئه،
حڪم منئي پــائيئي.“
(رامڪلي محل ۳، ۴-۹۱۸)

گوروءَ جي شيوا آهي هستي جنهن جي شوق وٺڻ، سندس پڪي ڪرڻ ۽ نام ۾ لين ٿي وڃڻ.

”گـر ڪي سيوا گـر ڀڪت هيءُ،
ورلا پــائــي ڪـوءِ.“
(سري راڳ محل ۳، ۱۶-۶۶)

گورو شبد جو ديه سروپ آهي انهيءَ ڪري هستي سچي شيوا آهي آتما کي شبد ۾ جذب ڪرڻ. اهو صرف ابياس دواران ٿي ممڪن آهي.

”گـر ڪي شيوا شبد ويچار،
هئومي ماري ڪرڻي سار.“
(گئوڙي محل ۱، ۱۴-۲۲۳)

گوروءَ جي شيوا سيني لپسيائن کان سريشٽ لپسيا آهي
جاڪاڻ ته انهيءَ جي دواران ئي من صحيح معنيٰ ۾ وس ۾
اچيٿو ۽ سيني دکن جو وناش ٿئي ٿو.

”گر سيوا تپان سر تپ سار،
هر جيئه من وسي سڀ دوک وسارڻهار.“

(آسا محله ٣، ١٣-٤٢٣)

گوروءَ جي شيوا انهيءَ کي ئي مليٿي جنهن جا اوچا ڀاڳ
هجن ۽ جنهنجي ڏُرمستڪ ۾ اها لکيل هجي.

”گر ڪي سيوا سو جن پائي،
جا ڪئه ڪرم لکتا ڌر آئي.“

(ملار محله ٥، ١٣-١٢٧٠)

گوروءَ جي شيوا جڏني جڳن ۾ پردان آهي ۽ مالڪ کي
منظور آهي. شيوا جي قابل صرف ٻه هستيون آهن هڪ سنت
۽ ٻيو رام. رام مڪتي بخشي ٿو ۽ سنت نام جپائي ٿو.

”ڪبير سيوا ڪئه دءِ ڀلي،
ايڪ سنت اِڪ رام،
رام جه داتا مڪت ڪو،
سنت جپاوي نام.“

(سلوڪ ڪبير ٦-١٣٧٣)

سڀي شيوا ڪير ٿو ڪري ۽ ڪتي ٿي ٿئي ۽ گوروءَ جي
شيوا جا انيڪ ڦل، انهن سيني جو ورنن گورمت سڌانت
ڀاڳي ٻئي جي ”شيوا“ جي باب ۾ وستار سان ڪيو ويو آهي
۽ شائق جگياسو وڌيڪ اتان پڙهن.

گورو ارجن صاحب جن انهيءَ ڳالهه تي زوردار انداز ۾ فرمائين ٿا:-

”ڀائي ٿيا پيس داس ڪي،
تب هوهِ نهال،
راج ملڪ سڪدا ويا،
اَگني مهِ جال.“
(بلاول محلا ۵، ۱۵-۸۱۱)

”تس گر ڪئه جهوُلاوءَ پاکا،
مِيا اَگن ني جاڪ دي راکا،
تس گر ڪي گره ڍووءِ پاني،
جس گر تي اَکل گت جاني،
تس گر ڪي گره پيسه نيت،
جس پرساد ويري سڀ ميت.“
(گوڙي محلا ۵، ۱۸-۲۳۹)

شيوا تڏهن ئي پورو ڦل ڏئي ٿي جڏهن شرڌا سان ڪجي ٿي. گوروءَ جي لن ۾ من سان شيوا ڪرڻ سان گوروءَ جي پرسنتا پرابت ٿئي ٿي ۽ ”نام“ جو خزانو حاصل ٿئيو.

”ستگر ڪي شيوا سڦل هيءَ،
جي ڪو ڪري چت لاءِ،
نام پدارٿ پائيي،
اَچنت وَسي مس آءِ.“
(بياڳڙا محلا ۳، ۶-۵۵۲)

ڪنهن اهڙي رسائي واري مهانما جي شيوا ڪرڻ جو دلين جو مالڪ هجي ۽ لوحانجي شيوا کي وٺرت وجڻ نه ڏئي. جڏهن پاڻ سان اهڙو گورو ديو ملي وڃي ته پوءِ ستدس تن-من سروپ جي شيوا ڪرڻ جڳائي.

"گهال نہ پساني أنتر بڌ جاني،
تساکي کر من سيوا،
کر پؤجا هوم اهہ مؤتسا،
أکال مؤرت گر ديوا."

(سورٺ محلہ ۵، ۱۲-۶۱۴)

اگر خوش قسمتيءَ سان اهڙو مهانما ملي وڃي تہ هنجي حڪم جي دل و جان سان بجاوري ڪرڻ کپي ڇاڪاڻ تہ جيڏانهن من جو لاڙو هوندو تن بہ ضرور انهيءَ طرف رغبت رکندو. شيوڪ دين آڏين تي نام جپي، من گوروءَ کي سونپي ڇڏي، جيڪي ڪجھ سوچي سو گوروءَ جي معرفت سوچي ۽ سڀ چترايون ۽ تدبيرون بلڪل ڇڏي ڏئي. اهڙي گوروءَ جي پياري جا سڀ ڪارج راس ٿيندا. تن، من، ڌن جي شيوا کان سريشٽ هڪ ٻي بہ شيوا آهي جنهنکي سرت جي شيوا چئجي ٿو. سرت جي شيوا جو ارٿ آهي آتما جو شرير جي روم روم مان الڳ ٿي انترمک شبد سان جڙڻ. اها سچي ڀڳتي آهي جنهنجي ذريعي خوديءَ جو خاتمو ٿئيٿو.

گهر ٻار قوم ۽ ديش جي شيوا بہ سٺي آهي پر اها اسانجي بندن جو ڪارڻ بڻجي ٿي. گوروءَ جي شيوا اُتي نرمل ۽ اوچي آهي ڇاڪاڻ تہ سيني بندن کان مڪت آهي. گورو مالڪ جو مجسم روپ آهي ۽ هنجي شيوا ذريعي جنم مرڻ جا سڀ ڪليش مٽجو وڃن.

"مڪتي سيوي مڪتا هووي."

(مانجهہ محلا ۳، ۱۲-۱۱۶)

انهيءَ شيوا ڪرڻ سان مالڪ جي سچي پريت اندر اُٿين ٿيٿي ۽ قدرتي سڄي سرشتيءَ لاءِ دل ۾ پيار پيدا ٿئي ٿو. پوءِ پرماتما کي سڀ جو پرم پتا (Fatherhood of God) ۽ انسان کي ڀائي ڀائي (Brotherhood of Man) سمجهجي ٿو.

مان لنگهي مٿين روحاني منازل جو سفر ڪري وري واپس شريرم ۾ داخل ٿي سگهيٿو. انهيءَ اڀياس جي دوران ۾ هو بلڪل سچيت رهيٿو ۽ جيڪي روحاني نظارا هو مٿي ڏسي ٿو، هنکي ياد رهن ٿا. انهيءَ بابت ۾ سينٽ پلوٽارڪ (Saint Plutarch) لکي ٿو ته مؤت جي وقت آتما اهي درشيہ ڏسي ٿي جي اڀياسي ستگوروءَ کان اُپديش وٺي کمائي ڪري مٿين منڊلن ۾ داخل ٿي ڏسي ٿو.

"At the moment of death the Soul experiences the same impressions, passes through the same process as experienced by those who are initiated into the Great Mysteries."

آتما چيتن آهي ۽ هن دنيا کان دور هڪ عرشي مقام جي ناگرڪ آهي. جيستائين اسين جيئري مري سچو سياڳ حاصل نه ڪنداسين ايستائين جنم مرڻ جو چڪر ختم نه ٿيندو.

جيئري مرڻ جي حالت ستگوروءَ جي ذريعي گورمک کي نصيب ٿئي ٿي ۽ ٻيءَ ٿي هنکي پنهنجي ٻاڻ جي لکتا بڙي ٿي ۽ هنجو من مٽجي ٿو.

"گرمک هـوءِ مِن پئہ ڪري،
اُپــــا آپ بـچــانــي،
گر پرسادي جيئوند مــري،
نــامن هي ليي من مانِي."

(سورڊهوار محلہ ۵، ۲-۶۴۷)

جيئري مرڻ سان سادڪ ٻرپوءَ کي جاڻي ٿو ۽ سندس درگاه ۾ قبول پئي ٿو.

"جيئوند مري اچهي ٻرپ سوءِ،
تس جو ڪرم پراپت هوءِ."

(سوهي محلہ ۵، ۸-۷۴۱)

# شيوا

مٿي ذڪر ٿيل اوستا جي پراپتي صرف پوري گروءَ جي بخشش ۽ شيوا دواران ٿي سگهي ٿي. ڪنهن جي آگيا جو پالن ڪرڻ ۽ ڪڏهن به اُلنگهن نه ڪرڻ، سندس عزت ۽ پوڄا ڪرڻ، يتيمن ۽ اناٿن جي ديا ڀاو سان سهائتا ڪرڻ، سڀ شيوا ۾ داخل آهن. شيوڪ شيوا ڪندي ڪندي سوامي بڻجو پوي ۽ اهڙي پدوي پراپت ڪريٿو جو ڪنهن ڏينهن دنيا هنجي شيوا ۾ حاضر ٿيو پوي. شيوا ڪندڙ کي هميشه عزت ملي ٿي.

”جن سيوئــا تن پائئا مان.“

(جپ جي ٧-٢)

”هرڪ خدمت ڪرد او مخدوم شد.“

شيوا پين سيني ڪرمن کان سريشت آهي. جنهن ۾ شيوا جو گڻ نه آهي سو پرمارٿ ۾ ڪڏهن ڪامياب نه ٿي سگهندو. شيوا بنا سڀ ڪرم ڪاٺ وٺرت آهي.

”جنگم جوڌ جتي سياسي گــر پـوُري ويچاري،
بن شيوا ڦل ڪبهه نه پاوَس شيوا ڪرني ساري.“

(مارو محلہ ١، ٦-٩٩٢)

شيوا چئن قسمن جــي ٿيندي آهي:- (١) تن جي (٢) ڌن جي (٣) من جي (٤) سرت يا آتما جي. پرماتما يا پورن ستگوروءَ جي شيوا سڀ کان اُتم آهي. انهيءَ کان پوءِ ٻئي درجي ۾ مخلوق جي شيوا آهي. مالڪن جــي پيارن جي هر ڪنهن قسم جي شيوا (پاڻي پيرڻ، پکو هڻڻ، اَنُو پينهڻ، جهاڙو لڳائڻ وغيره) قلدائـڪ ٿيندي آهي ۽ انهيءَ مقابلي ۾ دنيا جي حڪومت، ڌن دولت ۽ شان مان تچ هجي جي آهن.

اچن ٿيون. خواجه حافظ صاحب جن فرمائين ٿا ته روحانيت جي خزاني حاصل ڪرڻ جي ڪنجي آهي راهه ۾ مالڪ جي فراق ۾ آهون ڀرڻ ۽ امرت ويلي عبادت ڪرڻ.

## آســڻ

هن سادن ۾ ڪهڙي قسم جي آسڻ يا بيٺڪ جي ضرورت آهي؟ هٺ يوگ ۾ گهڻن ئي آسڻن جو الڳ ڪيو ويو آهي. جن مان ٨٤ مشهور آهن. اهي ڪئين نمونن سان ڪيا آهن، ٻڌي، زمين تي ليٽي، سر هيٺ ۽ پير مٿي ڪري وغيره. اهي آسڻ ڪافي ڪٺن آهن ۽ انهن جا پنهنجا لاڀ آهن. سنت مت ۾ هٺ يوگ جي مشڪل آسڻن کي اپياس لاءِ ضروري نه سمجهيو ويندو آهي. ڏسڻو آهي ته آسان ۾ آسان آسڻ ڪهڙو آهي جو هرهڪ گرهستي، ٻار ٻڍو ۽ جوان ٻنا تڪليف جي ڪري سگهي. روحاني سادنا لاءِ سڀ کان پهرين سچيت هئڻ جي ضرورت آهي. انهيءَ لاءِ سادڪ کي اشنان يا پنج اشناني ڪري زمين يا لڪڙيءَ جي صندل تي جوڪڙي لڳائي، ڪمر ۽ ڪرنگهي کي سڌو رکي ويهڻ کپي. شرير تي ڪوبه زور نه ڏني ۽ ڪنهن به قسم جي ٽڪ ڏيڻي نه وهي، انهيءَ لاءِ ته اپياسي بغير تڪليف ڪافي دير تائين ويهي سگهي ۽ ڪيس ننڊ نه اچي. انهيءَ بيٺڪ کي سهج آسڻ ٿو چئجي. پهرين شرير جو اهو آسڻ قائم ڪري پوءِ آتما جو آسڻ ٽيسري تل (جو ٻنهي ابرن جي ٻروان ۽ ڀرن جي وچ آهي) ۾ لڳائڻو آهي. اهڙيءَ طرح اپياس ۾ درد تي ويهڻ سان من جون سڀ اچائون ختم ٿي وڃن ٿيون.

”من درڙ ڪر آسن ٻئس جوگي،
تا ٽيري ڪلپنا جائي.“

(رامڪلي محله ٣، ١٤-٩٠٨)

صبوح جو جاڳڻ سان ڇنڇي ڪلي ۽ ھن شريڪ ڪي وري اختيار ڪريتي. جيڪڏھن انھيءَ وقت شرير مان جيئنتا ھناڻ جو ساڌن ڪمو ۽ اُن ۾ سھوليت ليندي. بيو ۽ قدرتي امرت ويلي جي اھا خوبي آھي ۽ سڄ اُڀرڻ کان اڳ من جا ڦرڻا سمپيل ھوندا آھن. اھڙي سمي نام جي ڪمائيءَ جو بج ڦلي ڦلي ٿو ۽ ڪڏھن نشٽل نٿو وڃي ۽ لوڪ پرلوڪ ۾ سھايتا ٿئي ٿي.

”ھر ڏن اَمرت ويلي ولي ڪا بيجنا،
ڪاءِ خرچ وھي لکئي ناھي ؛
ھلمت پلمت تسر ڏئي ڪي،
پڳتا ڪٽ ملي ڦڏ ڻاني.“

(سوھي محلہ ۴، ۴-٧٣٤)

ڀاڳوت گيتا ۾ بہ شري ڪرشڻ ڀڳوان فرمائين ٿا ۽:-

”يا نشا سرو ڀوتانام تسيام جاگرتي سيمي،
تسيام جاگرتي ڀوتاني سانشا پشيتو مني.“

جنھن ”امرت ويلي“ ۾ عام دنيا جا لوڪ ننڊ ۾ بي خبر ھوندا آھن انھيءَ وقت مالڪ جا پيارا جاڳي اپياس ڪندا آھن ؛ جنھنڪي سنساري جيو ڏينھن ٿا سمجھن لنھنڪي گورمک رات ڪوليہ ٿا. امرت ويلي پريو پھنجي ديا مھر جي دولت بخشي ٿو ؛ جيڪي انھيءَ وقت نٿا جاڳن سي جيئريئي مئلن جي قطار ۾ آھن ؛ انھيءَ وقت جيڪو سر سائينءَ جي اڳيان نٿو جھڪي سو ڪٽيو ڀلو آھي.

”فريدا پڇل رات نا جاڳيوھہ،
جيوَندڙو مئوھہ.“

(سلوڪ فريد جي ١٥-١٣٨٣)

”اُٺ فريدا اُضوُ ساج، صبح نسراز گذار،
جو سر سائين نا نوي، سو سر ڪپ اُتار.“

(سلوڪ فريد جي ١٣-١٣٨١)

ڪني ٿي ۽ انهد شبد کي پڪڙي ٿو پوءِ اکين جي پٺيان جي شڪتي شو نيتر ۾ کڻي ٿيندي ۽ اندروني نظارا جهڙوڪ :- پنجن رنگن جي ڦلواڙي، تارا منڊل، سج ۽ چنڊ، ڏسڻ ۾ ايندا. پوءِ گهنڊ ۽ سنک جي ڌن کي پڪڙي آتما سهسدل ڪنول (جنهنکي جوڳي سهسرار ٿا چوندا آهن) پوءِ ترڪٽي، (دسم دوار) ڀنور غفا جي شبد کي ٻڌندي ۽ اتي رمٽيڪ ديش کي ڏسندي ست لوڪ يا مقام حق پهچي ٿي. انهيءَ کان پوءِ الک اگم ۽ ڪل مالڪ راڌا سوامي تائين رسي ٿي.

## انهن ساڌن جي ڪرڻ جو وقت ۽ آسڻ

مالڪ جي ڀڳتيءَ لاءِ هرڪا مهل سهاوني آهي، ڪنهن به وقت ڪري سگهجيٿي. پر صبوح جو سمو جنهنکي گورباڻيءَ ۾ " امرت ويلو" سڏيو ويو آهي، خاص طور لاڀدايڪ آهي. انسان سڄو ڏينهن محنت ۽ مشقت ڪري شام تائين ٿڪجي پوي ٿو ۽ رات جو ننڊ کان پوءِ هنجي ٿڪاوت دور ٿيو وڃي ۽ صبوح جو تازو توانو ٿيو پوي. " امرت ويلو" رات جي پوئين پهر يعني رات جو ٣ بجي شروع ٿئيٿو. انهيءَ ڪري رات جي پهرئين پهر کان پوئين پهر جي ساڌنا وڌيڪ فائديمند آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته سچي نام ... لاءِ سهاو... وقت آهي

ڪمائي ڪرڻ جي ضرورت پوندي ۽ انهيءَ جي پراپتي ڪنهن وڏ ڀاڳيءَ کي ٿئي ٿي. شبد ڌن جي ٻڌڻ جا بيشمار ڦل آهن. ٻاهرين راڳ رنگ ۾ من سچيت ٿئي ٿو پر آتما سٿل رهندي پر اندرين ڪيرتن ٻڌڻ سان جنمن جنمن جي سٿل آتما جاڳي ٿي ۽ من ڪارو هيڻو ٿيو پوي. شبد ڌن ڪانسواءِ من کي قابو ڪرڻ جو ٻيو ڪو به اپاءُ ڪونهي. صرف انهيءَ شبد جي رس کي پان ڪري ئي من استر ٿئي ٿو. سيني گرنٿن پوٿين جو نچوڙ آهي آتما جي زبان سان سمرن ڪرڻ، آتما جي اکين سان ڌيان ڪرڻ ۽ آتما جي ڪنن سان شبد ڌن کي ٻڌڻ. اهو ساڌن سولي ۾ سولو ۽ جلد ڦل ڏيڻ وارو آهي. انهيءَ کي ننڍو وڏو، جوان ٻڍو آسانيءَ سان ڪري سگهي ٿو. انهيءَ ساڌن جا ٽي ئي حصا نو دوارن کي ڇڏي دسوين گليءَ ۾ اکين جي پويان آتما جي بيٺڪ يعني آگيا چڪر ۾ ڪيا آهن.

يوگي جن سڀ کان پهرين اشٽانگ يوگ جي ڪريا جو ساڌن ڪندي "سؤچ" يعني شرير کي پوتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هو نيتي، ڌوتي بستي نيولي گج ۽ بجرولي ڪرم ڪندا آهن پوءِ پراڻايام جو ساڌن ٽن حصن ۾ پورڪ، ڪنڀڪ ۽ ريچڪ (ساهه کڻڻ، روڪڻ ۽ خارج ڪرڻ) ڪري پنهنجن پراڻن تي ڪنٽرول ڪندا آهن. انهيءَ کانپوءِ مول چڪر، جتي گڻيش جي بيٺڪ آهي، اتي ڌيان جمائي رڌيون سڌيون ۽ شڪتيون حاصل ڪندا آهن. ان بعد اِندري چڪر (برهما ۽ ساوتري يا ميڪائيل جي بيٺڪ)، ناڀي چڪر (وشنو يا جبرائيل جي بيٺڪ)، هردي چڪر (شو يا اِسرائيل جي بيٺڪ) ۽ ڪنٺ چڪر (شڪتي يا قدرت جي بيٺڪ) انهن سڀني چڪرن کي طئه ڪري پوءِ آگيا چڪر ۾ پهچن ٿا جتان الحد شبد کي پڪڙي ڪريا پد ۾ پهچن ٿا. شرير جا

” ناد باد “ يعني راڳن ۽ غلطان آهي ليستائين اندرئين انحد شبد کي نہ ٻڌي سگهندي ۔

” جر لو ’ ناد باد ‘ نہ انحاد بسکيئي ۔ “

( کوت سوہي نمبر ۴ )

ٻاهرين آوازن لي موهت لـي انسان هرڻ والگر اگيان ۽ قائل وهيتو ۽ انترمک شبد بيدي نٿو ٻجي سگهي ۔

” جربـي ’ ناد باد ‘ سن مرگ ،

آن گيان راڇـي ،

” پران سک هوء ’ شبد بيدي ‘ نـہ کهاوئي ۔ “

( کوسہ سوہي نمبر ۴۱۲ )

” ناد باد ٻـري انحت لو لاوهي ۔ “

( کوسہ سوہي نمبر ۳ )

گرو ٻاٽي ۽ ۾ صاف طرح اُپديش کيو ويو آهي تہ جيستائين مش ” راڳ ناد “ کي نٿو ڇڏي ليستائين هنکي درگاہ ۾ عزت نٿي ملي ۔

” راڳ نـاد ڇوڙ هـر شيوئي ،

تا درگهہ پائيئي مان ۔ “

( ٻلاول وار محلہ ۴ ، ۷-۸۴۹ )

اصلي کيرتن جي واسطي ڇهتن ۽ ٻيرن جي ضرورت کانهي ۔ اهو الاهي سنگيت سازن ۽ سُرن کان پري آهي ۔

” کرُ ٻن واجا پـگ ٻن تالا ،

شبد ٻجهي تـا سچ نپالا ۔ “

( آسا محلا ۱ ، ۱۱-۴۱۲ )

ڙ عام ماڻهو ٻـاهرئين کيرتن شبد کيرتن ڦهلول خيال سياڻک ليندو آهي ٻن جي قرائين ۽ اهن

اپنيسن جي أنکيل رهن لا ۔ ايکاگر کرڻ ۾ ۾ کشش ۽ لبند

جڳهين تي جيڪي ڪيرتن ۽ سنگيت ٿيندا آهن انهن ذريعي آتما چيتن روحاني منڊلن ۾ نئي وڃي سگهي. انسان ترگڻ مايا ۾ قائل رهيتو ۽ منش چولو وئرت هليو ويندو. الاهي ڪيرتن ٻڌڻ سان ئي انسان ترلوڪيءَ کي پار ڪري پنهنجو سچو ڪلياڻ ڪري سگهيتو. گورباڻي ٻڌائي ٿي ته شبد ڌن انسان جي اندر نرنتر وڄي رهي آهي جنهنکي "اکنڊ ڪيرتن" ڪوٺيو ويو آهي.

"اکنڊ ڪيرتن تن ڀوجن چورا،
ڪهه نانڪ جس ستگر پورا."
(گوڙي محله ٥، ١٣-٢٣٦)

انهيءَ ڪارڻ سنتن باهريون سنگيت ٻڌي مست ٿي يا وجد ۾ اچي جهومڻ کي مهتو نه ڏنو آهي. مسلمان ڪامل فقيرن به باهرين راڳن ۽ سازن کي ڇڏي اندرئين روحاني ڪلمي کي ٻڌڻ تي زور ڏنو آهي ۽ هدايت ڪئي آهي ته اي انسان! افسوس آهي جو تون جسم جي قيد ۾ گرفتار آهين ۽ خدا جي پاڪ آواز کي نٿو ٻڌين.

"جيف در بند جسم درماني،
نشنوي صوت پاڪ رحماني."

مهاتمائن نام يا شبد کي ئي پرماتما جي پراپتيءَ جو سادن مڃيو آهي. اهو الاهي آواز انسان جي پيشانيءَ ۾ اييا دواران پرگهٽ ٿئي ٿو.

"تيري دئاري ڌن سهج کي،
ماٿي ميري دگائي."
(رامڪلي ڪبير جي ١-٩٧٠)

ڪلجڳ ۾ مڪتيءَ جو ٻيو ڪو به ڪارگر اُپاءُ ڪونهي.
"ڪل ڪيرت شبد پڇاڻ، ايها ڀڳت چوڪي ايمان."
(آسا محله ٣، ١-٤٢٤)

آهي ۽ ڪنهن نه ڪنهن ريت هرديءَ ۾ انجو واسو نئو لي سگهي. ڏيان ڀوڳ لاءِ صفائي ۽ پاڪيزگيءَ جي اهم ضرورت آهي. سنگروءَ جو سندر نوري سروپ صاف ۽ نرمل اکين سان نئي ڏسي سگهجيتو. انهيءَ ڪري نرمل ۽ پوتر لسي پريم ۽ پيار سان سنگروءَ جو درشن اهڙي شوق سان ڪيو جيئن مسلمان عيد جو چنڊ ڏسندا آهن. سنگروءَ جو در اصل ڪل مالڪ جو روپ آهي، انهيءَ جي نوري سروپ جو درشن پاڻ هرڪنهن اک جو ادڪار نه آهي، ڪنهن ورلي وڏڀاڳيءَ جي حصي ۾ اچيتو.

”رويش بشچم پاڪ توان،
ديــن چون حلال.
هــر ديده جائي جلوه،
آن ماه پاره نيست.“
(حافظ)

## گوروءَ جي ڌيان جا فائدا

گوروءَ جي ڌيان مان بيشمار فائدا آهن. گوروءَ جون انترڪ پاوناڻون ۽ روحاني ڪڻ شش جي اندر پيدا ٿين ٿا. پاتنجلي برڳ سوترن ۾ لکيتو ته دنيا جي فنا چيزن جي بهسنت پوتر آتمائن جي ڌيان ڪرڻ سان من ۾ استرتا پيدا ٿيئي.

”ويت راڳ وشير واچيت يتا يمع ڌيانا وڏا.“

گوروءَ جي اندر مالڪ جي ياد وسي ٿي ۽ هو روحاني منڊلن جو سيلاني آهي. انهيءَ ڪري هنجو ڌيان شش جي هردي ۾ مالڪ جي ياد کي مضبوط ڪريتو ۽ روحاني پدن کي طئه ڪرڻ جي سوکيه بڻائي ٿو. انهن سڀني لاڀن جي ڪارڻ سڀ مهاتما گوروءَ جو ڌيان ڪندا رهيا ۽ ڪن پيا.

# ڌن

پرمارٿ ۾ سمرن ۽ ڌيان جا انيڪ ساڌن پرچلت آهن. انهن مان سڀ کان وڌيڪ اثرائتو سمرن جو ساڌن اهو آهي جو پورن مهاتما پنهنجي پرياو شالي مڪاروند سان ٻڌائي. ڌيان جي ساڌنن ۾ ستگوروءَ جي سروپ جو ڌيان سڀ کان اُتم آهي. جڏهن سمرن مڪمل ٿي وڃيٿو ۽ پوءِ اندرئين نوري سروپ جي ڌيان پختي ٿيڻ بعد شبد ڌُن ٻڌڻ ۾ اچيٿي. سنت مت ۾ انهيءَ کي "ڀڄن" ڪوٺجي ٿو. انهيءَ ڌُن کي انترمک صرف سرت ٻڌي سگهيٿي. انهيءَ کي شبد يوگ يا سرت شبد يوگ ۾ سڏجي ٿو.

عام طور ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته جيو جنترن تي ڌن شڪتين جو اثر ٿئي ٿو. هڪڙو روپ ۽ ٻيو آواز. پر انهن ٻنهي مان آواز ۾ وڌيڪ ڪشش آهي. ٻاجي جي آواز تي فدا ٿي هرڻ پنهنجو سر وڃو ٻاجي تي رکي ۽ پڪڙجو پوي. اهڙيءَ طرح نانگ تي آواز جو اثر ٿئي ٿو. بين جي مڌر ڌن تي مست ٿي پاڻ پڪڙايو وجهي. انسان تي ۽ شبد جو اثر ٿيٿو ۽ انهيءَ جي ڌن انسان جي من کي مست ڪيو ڇڏي.

هر هڪ ڌرم ۾ ڪيرتن ڪرڻ جو رواج آهي. پراچين رشين ۾ آرتيءَ جو رواج هو. اڄ ۽ هندن جي مندر ۾ آرتيءَ جي وقت هري ڪيرتن ۽ نرتيه سان گڏ گهنٽ ۽ سنک وڄايا وڃن ٿا. سکن ۾ خاص ڪري ڪيرتن جو رواج آهي. اهڙيءَ طرح عيسائين جي ديولن ۾ گهنٽ وڄايا ويندا آهن ۽ مڌر سرن سان گيت ڳايا ويندا آهن. ٻوڌي مندرن ۾ ۽ گهنٽ ۽ سنک وڄائيندا آهن. مسلمانن ۾ صوفي فقير قوالي ۽ سماع جا شوقين ٿيندا آهن.

ڀائي گورداس جن فرمائين ٿا ته جيستائين سرت ٻاهرين

آهي ۽ ڪنهن به اپوتر هردي ۾ انجو واسو نٿو ٿي سگهي. ڌيان يوڳ لاءِ صفائي ۽ پاڪيزگيءَ جي اهم ضرورت آهي. ستگروءَ جو سندر نوري سروپ صاف ۽ نرمل اکين سان ئي ڏسي سگهجيٿو. انهيءَ ڪري نرمل ۽ پوتر ٿي پريم ۽ پيار سان ستگروءَ جو درشن اهڙي شوق سان ڪيو جيئن مسلمان عيد جو چنڊ ڏسندا آهن. ستگروءَ جو در اصل، ڪل مالڪ جو روپ آهي، انهيءَ جي نوري سروپ جو درشن پائڻ هرڪنهن اک جو اڌڪار نه آهي، ڪنهن ورلي وڏ ڀاڳيءَ جي حصي ۾ اچيٿو.

”رويش بنجرِ پاڪ لوان،
دهن چون حلال.
هر ديده جاي جلوه،
آن ماه پاره نيست.“
(حافظ)

## گوروءَ جي ڌيان جا فائدا

گوروءَ جي ڌيان مان بيشمار فائدا آهن. گوروءَ جون انترڪ پاوناڻون ۽ روحاني گڻ شش جي اندر پيدا ٿين ٿا. پاتنجلي يوگ سوترن ۾ لکيٿو ته دنيا جي فنا چيزن جي بنسبت پوتر آتمائن جي ڌيان ڪرڻ سان من ۾ استرتا پيدا ٿيئي.

”ويتراڳ وشيم واچتم يتا ڀمت ڌيانا وڏا.“

گوروءَ جي اندر مالڪ جي ياد وسي ٿي ۽ هو روحاني منڊلن جو سيلاني آهي. انهيءَ ڪري هنجو ڌيان شش جي هردي ۾ مالڪ جي ياد کي مضبوط ڪريٿو ۽ روحاني پدن کي طئه ڪرڻ جي سوگيه بنائي ٿو. انهن سببن لائين جي ڪارڻ سڀ مهاتما گوروءَ جو ڌيان ڪندا رهيا ۽ ڪن پيا.

جڏهن ڏيان پوريءَ طرح مڪمل ٿي وڃيٿو تڏهن اُپاسڪ، اُپاسيه ۽ اُپاسنا ٽيئي هڪ ٿيو وڃن. پريمي ۽ پريتم ۾ ڪو فرق ڪونه ٿو رهي. گورو امرداس جن فرمائين ٿا ته پنهنجو پاڻکي وساري گوروءَ ۾ سمائجي وڃو.

”نانڪ آپ ڇوڏ گر ماهڻ سماوي.“

(گوجري محله ٣، ١٣-٥٠٩)

انهيءَ اوستا کي مسلمان فقير فنائي الشيخ (مرشد جي اندر جذب ٿيڻ) چوندا آهن. گورو فنائي الله (پرماتما اندر سمايل) هوندو آهي. جو شيوڪ فنائي الشيخ ٿئي ٿو انجي اندر بي اختيار مالڪ جو نواس ٿي وڃيٿو. گورو (God man) يا God + Man آهي. جو شش Guru man يا گورمک Guru + Man بڻجي ٿو انهيءَ جي اندر بي اختيار God اچي سي ٿو.

## گوروءَ جو ڌيان ڪهڙي نقطي تي ۽ ڪهڙي طرح ڪرڻ گهرجي

ستسنگ ۾ يا جڏهن موقعو ملي تڏهن ننڍي بالڪ وانگر اکين جيڻ ڪانسواءِ هڪ ٽڪ گوروءَ جي سندر ڇهري يعني سندس نيترن ۽ پيشانيءَ کي ڏسندا رهو ۽ انهيءَ وقت من ۾ ٻيو ڪو خيال نه آڻيو. ائين ڪرڻ سان هنجي پورڙ زندگيءَ جو اثر توهان تي پوندو. اهو روحانيت ۾ ترقي حاصل ڪرڻ جو پهريون ڏاڪو آهي.

”گورو ڪا نرک آنک اور ماٿا،
ست ڪا نور رهي جس ساٿا.“

اندروني گوروءَ جو ڌيان آتما جي ڪيندر ۾ ٽي خيال کي ٽڪائي ترت جي ذريعي ڪبو آهي. گورو پورنتا جي مورت

جي ضرورت پوندي آهي ۽ انهن جي ڄاڻ ڪرڻ بنا مٿي پهچي نٿو سگهجي، انهيءَ پرڪار گروءَ جي ڏيان بنا پريوءَ تائين پهچي نٿو سگهجي.

"ٻن ٻوڙي گڙ ڪٿ ڄاڻ، گر هر ڌيان نيال." (سري راگ محلا ۱، ۱۷)

موجوده سمت ستگوروءَ جي ڏيان ڪرڻ سان اهي سڀ فائدا پراپت لين ٿا. مياناڻي جي تصويرن جو ڌيان لاڀڪاري ناهي. تلسي صاحب جن فرمائين ٿا ته ڪلپ ورڪش جي تصوير اڳيان چاهي ڪٿي ڪر هزار ٻار پرارٿنا ڪري ڇڏهن ته ان مان ڪو ڪڻ لبل ڪونه لڳندو. تصوير جي ڌيان ڪرڻ سان انهيءَ جي ڪاغذ ۽ فريم جو ڌيان ابندو جي جڙ چيزون آهن ۽ جيتن انسان کي ڪنهن ته سگهندون. چيتن کي ته صرف ڪا چيتن هستي ئي ڪشش ڪري سگهندي.

"ڪالپ ورڪش ڪي چتر لڪ ڪيجه وني هزار،
سڀ نہ پاوين لساھ سير تلسي ڪري بچار."
(تلسي صاحب)

حضرت گوروءَ جو اوري سروپ اندر پرگهٽ ٿئي ٿو ڌهن شڪ ٿي انهيءَ ڌيان پچائي ان سروپ پر پالڪي جلد ڪوٺو پوندو. انهيءَ قدر جو اتا ته تميز نه رهي ته هو مان آهيان يا مان هو. سمن نرنج صاحب فرمائين ٿا ته مان تون ئي پيس ۽ تون مان ئي تي. مان ديهه ئي پيس ۽ تون مهنجي جان ئي آهين. انهيءَ ته ڪو اهو نه چئي سگهي ته مان ۽ تون ڪو ٻه آهيون.

"مي تو شدم تو من شدي،
من تن شدم تو جان شدي؛
تا ڪس نگويد بعد ازين،
من ديگرم تو ديگري."

# ڏيان ڪنهنجو ڪرڻ کپي

اسانجي زندگيءَ جو مقصد آهي پرماتما سان ميلاپ. جو صرف هنجي سمرن ۽ ڌيان ذريعي ممڪن آهي پر جيهنڪي اسان ڏٺو ئي ڪونهي تنهنجو ڌيان ڪيئن ٿي سگهندو؟

”بن پيکي ڪهه ڪئسو ڌيان.“

(پيوءَ محل ۵ ، ١٦-١٤٠)

جنهنجو اسانکي ڌيان ڪرڻو آهي سو نہ ڪنڌن ٻرهمنڊن کان مٿي آهي. جيستائين انسان پرماتما کي ڏٺو نہ آهي تيستائين هو ڪنهنجو ڌيان ڪري؟ مالڪ جو اصلي روپ شبد آهي، جو لا بيان ۽ اڪٿ آهي. اهو گورمڪ جنهن جي آتما روپي ٻوند پرماتما روپي ساگر ۾ لين ٿي چڪي آهي ۽ جنهنجي اندر مالڪ ۽ جو مالڪ اندر سمائجي چڪو آهي سو شبد روپي پرماتما، جو سدائين اسان سان انگ سنگ رهيتو، تنهنجو پرتک روپ آهي.

"The Word was made flesh and dwelt amongst us."

(Bible)

اهڙي مهان هستيءَ يعني ستگوروءَ جي سروپ جو اسان کي ڌيان ڪرڻ کپي چاڪاڻ تہ هن ۾ پنج ئي تت پورڻ روپ ۾ موجود آهن. انسان اشرف المخلوقات آهي ۽ اهڙو مهاتما سيني انسانن کان سريشت آهي. ٻي سڀ رچنا جهڙوڪ پيڙ تلسي وغيره جنهن ۾ هڪ تت آهي، نانگ بلائون وڇون جن ۾ ٻہ تت آهن، گرڙ وغيره پکين ۾ ٽي تت، ۽ ڳائين مينهن ۽ ٻين چوپاين ۾ چار تت آهن، انسان کان هيٺ آهن. انهيءَ ڪري انهن مان ڪنهنجو بہ ڌيان ڪرڻ ٺيندو هيٺ ڪرڻ. انهيءَ ڪري سيني سنتن ۽ مهاتمائن ستگورن جي ڌيان کي پرمارٿ ۾ ڪاميابيءَ جو مکيہ سادن مڃيو آهي.

جمايو ويندو آهي جنهنجي ڪارڻ ساڌڪ ٻاڻ ۾ ني سمائجي ويندو آهي.

(٦) شغلي آئيد:- هن ساڌڻ ۾ آرسيءَ کي سامهون رکي پنهنجي اک جي پتليءَ کي انهيءَ ۾ هڪ ٽڪ ڏسبو آهي. انين ڪرڻ سان اکين جون پتايون اندر جي طرف اُلٽجن لڳن ۽ نقط سويدا يا ٽيسري ٽل ۾ وسائي لڳي ٿي.

(٧) شغلي نيم خوابي:- هن ۾ اکين کي لڳاتار کولي رکبو آهي انهيءَ لاءِ ته ننڊ غالب نه ٿئي. انين ڪرڻ سان ننڊ ۾ به نيم خوابيءَ (اڌ سجاڳي) جي حالت رهيٿي.

(٨) شغلي بساط:- انهيءَ ۾ ٽيسري ٽل تي اندرئين سروپ ۽ نور کي ڪڙو ڪرڻو پوندو آهي.

(٩) شغلي مثامن يا محمودن سلطانا نصيره:- هن ۾ درشٽيءَ کي نڪ جي چوٽيءَ تي جمائي ڏيري ڏيري نڪ جي پاڙيءَ تائين کڻي وڃبو آهي. پوءِ توج کي اندر لڳائي ساڌڪ سوکم منڊلن ۾ داخل ٿيندو آهي. انهيءَ کي ٻوگي جن "ترانڪ ڪرم" يا جاجري مدار ڪوليندا آهن ۽ گينا ۾ به انهيءَ جو ذڪر ٿيل آهي.

ڏيان جي انهن ساڌنن جي جڳتي ٻوري گروءَ کان سکبي آهي. پرماتما ته اسان ڏلو ڪرلهي، هو پوري گروءَ جي اندر تي پرگهٽ ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري شغلي برزخ ڪبير (نمبر ٤) ڏيان قائم ڪرڻ لاءِ سڀ کان بهتر آهي. جڏهن ڏيان انين انترمک ٽڪي ويندو آهي ته پوءِ روحاني منڊلن جي چڙهائيءَ ۾ سهائتا ملندي آهي ۽ هر وقت ڏيان درشٽيءَ سان جڙيل رهندو آهي.

"چو پرست در دلست نشيند،
حال ازل و ابد بر بيند."

انهيءَ ساڌن ڪانسواءِ ٻيا ڏيان جا طريقا اسانکي صرف لڙيا پد تائين پهچائي سگهن ٿا، انکان مٿي نه.

## ڌيان ڄمائڻ جا ساڌن

ڌيان لڳائڻ جا گھڻيئي ساڌن پرچلت آهن. هندن ۾ "ترائڪ ڪرم" ڌيان جوڙڻ هڪ ساڌن آهي جنهن ۾ ڌيان نڪ جي چوٽيءَ يا سورج تي لڳائڻو پوندو آهي. ڪي ماڻهو مورتين يا مهاتمائن جي تصويرن تي ڌيان ڄمائيندا آهن. ڪي ڪن خاص اکرن ۽ تن جي رنگن جو ڌيان ڪندا آهن. رومن ڪئٿلڪ حضرت عيسيٰ ۽ پارسي زردشت جي تصويرن جو ڌيان ڪندا آهن. مسلمان فقيرن ۾ به ڌيان (تصور) قائم رکڻ جا ڪيئين طريقا موجود آهن، جنکي "نظري" يا "بصري" ڪري بيان ڪندا آهن ڇاڪاڻ جو انهن جو تعلق نظر سان آهي. انهيءَ تصور جي طريقن کي هو "شغل" ڪري چوندا آهن جن مان مشهور هي آهن:—

(١) شغلي آفتابي:- انهيءَ ۾ سياري جي موسم ۾ لهندڙ سج تي ڌيان لڳائبو آهي. هندو انهيءَ کي ٽي ترائڪ ڌيان چوندا آهن.

(٢) شغلي ماهيت يا شغلي منصوري:- هن ۾ زمين تي سڌو سمهي منهن آسمان ڏانهن ڪري ۽ شرير کي بلڪل ڍلو ڪري اندروني نظر ٻنهي ڀرن جي ٻوڻان ايڪاگر ڪبي آهي جنهنکي هندو شو آسڻ سڏيندا آهن.

(٣) شغل برزخ اڪبر:- هن ۾ پراڻايام ڪري نرت کي ٽيسري ٽل ۾ يڪسو ڪرڻو پوندو آهي. اهو ترڪٽيءَ جي ڌيان برابر آهي ۽ پدم آسڻ تي ويهي ڪبو آهي.

(٤) شغلي برزخ ڪبير:- هن ۾ نرت کي اندر ۽ ٻاهر مرشد جي سروپ تي لڳائبو آهي ۽ ان مان ڪيترائي قيمتي روحاني فيض حاصل ٿين ٿا ۽ اندر جا گپت راز کلن ٿا.

(٥) شغلي اسم ذات:- هن ۾ قلب صنوبري تي ڌيان

پراڻي يعني پنهنجي اصليت جي ڄاڻ پوي ٿي.

" تت گيان لاءِ ڌيان دوشت سمجهنا."

( گوجري وار محلہ ٥، ١٧ - ٥٢٠ )

نام جي ڪمائيءَ ۾ ٻيو نمبر ساڌن ڌيان آهي جو سمرڻ جي گهري ۽ پڪي اوستا مان پيدا ٿئي ٿو.

" پريم ڪي سمرن گيان ڌيان تت ٻڌ."

( گوڙي محلہ ٥، ١٨-٢٦٢ )

سمرن ذريعي آتما اکين جي پوٺان دسوين گليءَ ۾ ايڪاگر ٿئي ٿي ۽ ڌيان دواران اندروني روحاني منڊلن ۾ لڪي سگهي ٿي. روحاني منڊلن ۾ ڌيان لڳائڻ سان ڪئين سوکم نظارا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. نرت (Gazing faculty of the Soul) جي کلڻ بنا سرت انڌي آهي ۽ اڳتي وڌي نٿي سگهي.

" نرت بنا سرت آنڌري ڪهو ڪهان ڪو جائي."

( ڪبير صاحب )

روحاني سفر ۾ اڳي اڳي نرت هلي ٿي ۽ پوٺان پوٺان سرت. جڏهن آتما نرت کي اگوان بنائي هلي ٿي ته پوءِ ٿي شبد ۾ جذب ٿي وڃي ٿي.

" نرت سکي کر اگرا ڪرڪي پل پل شبد سمائي."

( سار بچن - و ٣٥ - ش ٢٠ ڪ ٤ )

" نرت سکي اگرا هوئي جا شبد سمايا."

( سار بچن - و ٤١ - ش ٣ - ڪ ٧ )

ڌيان هڪ قدرتي گڻ آهي. ڪونجون ۽ ڪڇون جو ڌيان مشهور آهي. ڌيان شڪتيءَ جي ذريعي هو پري رهي به پنهنجا آنڊا پچائين ٿا.

”ساس ساس نہ گھڙي وسري،
پل مؤرت دن رالي۔“
(گؤڙي محل ٥، ٢٤٧)

”سمرءُ سمر سمر سک پاوءُ،
کل کليش تن ماهہ متاوءُ۔“
(گؤڙي محل ٥، ١٠-٢٦٢)

سمرن کهڙي وقت کجي ۽ ان مان کهڙا فائدا آهن وغيره، وستار سان گورمت سدانت جي سمرن ۽ جپ تپ وارن بابن ۾ بيان کيو ويو آهي۔

## ڌيان

جنهنجو سمرن کبو تنهنجو ڌيان ضرور ايندو۔ ٻئي هڪ ٻئي سان جڙيل آهن۔ ڌيان کانسواءِ انسان رهي نٿو سگهي۔ جڏهن ته اسين اکيون بند کري وهون ٿا تہ سنسار جا نظارا جهڙوڪ ٻارن ٻچن جا، گهر ٻار جا، ڌندي کاروبار جا، شهرن ملڪن وغيره جا اسانجي سامهون اچن ٿا، يا تہ اسين انهن جو سمرن کيون ٿا يا ڌيان۔ انهن ٻنهي جي ذريعي دنيا جي ياد اسانجي اندر وسيل رهيتي۔ سرت جي سمرن شڪتيءَ کي هريءَ جي سمرن ۾ لڳايو ۽ سرت جي اکين سان هري درشن کرڻ جي کوشش کيو۔

انسان جي اندر آتما جون ٻہ شڪتيون آهن۔ هڪڙي سرت ٻي نرت۔ سرت سان سمرن کرڻو آهي ۽ شبد کسي ٻڌڻو آهي ۽ نرت جو کم آهي ڏسڻ يا ڌيان کرڻ۔

”جيتا پيکن تيتا ڌيان۔“
(گؤڙي محل ٥، ١٩-٢٣٦)

درشٽيءَ کي سميٽڻ سان ڌيان ٻڌجي ٿو ۽ نتو گيان جي

”تن تر من ترَ اڄن تر سرت نرت تر هوءِ،
ڪهي ڪبير اس پلڪ ڪر ڪلپ نه پاوي ڪوءِ.“
(ڪبير صاحب)

## سمرن جو مقصد

سمرن جو مقصد آهي پربوءِ جو درشن ڪرڻ. اهو اٿيئو صرف آتما يا سرت ذريعي ئي سگهبو ۽ نه ڪ من، اندرين ۽ عقل دوارا. جيستائين سرت يا آتما شرير جي روم روم ۾ سنسارڪ پدارٿن ۾ قائل رهي ٿي تيستائين هري درشن ناممڪن آهي. لڳاتار باقاعدي سمرن اسانجي لوچ يا سرت کي سنسار جي خيالن کان هٽائي ٿو ۽ سرت کي جسم جي روم روم مان ڪڍي ليسري تل ۾ سميٽي ٿو يعني جڙ کي چيتن کان الڳ ڪري ٿو. اهڙي اوستا ۾ شرير بلڪل سن ٿي ويندو آهي يا جڄجي ڪٺي ته سادڪ پنهنجي آتما کي ديهه کان الڳ ڪري پنهنجو مؤت پاڻ تو آڻي. سنتن مهاتمائن انهيءَ کي جيئري مرڻ ڪرنيو آهي جڏهن اياسي پورڻ ربت انترمک ٿي پنهنجي اندر پرويش ڪريتو ته هو روحاني نظارا ڏسڻ شروع ڪريتو ۽ سندس هڪ قسم جي روحاني زندگي شروع ٿيتي.

”پربهه ڪي سمرن اَن دن جاڳي“
(گوڙي محل ٥، ١٥-٢٦٣)

سمرن مالڪ جي محل تائين پهچڻ جي هڪ ڏاڪڻ آهي. جيڪي پريمي سمرن جي لذت ۾ مخمور ٿي وڃن ٿا سي پرماتما کي ياد ڪندي پرماتما جو روپ ٿيو پون. انهيءَ ڪري سڀني سنتن مهاتمائن سمرن جي زبردست تاڪيد ڪئي آهي.

ڪٽي ته صرف مالڪ جو. انهيءَ پرڪار آسانيءَ سان چت جي ايڪاگرتا پراپت ٿئي ٿي. سمرن هڪ قدرتي ۽ آسان ساڌن آهي جو هر هڪ ڪري سگهي ٿو. پنهنجي اندر جهاتي پائڻ لاءِ پراڻايام، اشٽانگ يوگ وغيره پيا ساڌن به آهن جي اول ته ڪرڻ مشڪل آهن ۽ بيو ته بناوٽي (Artificial) آهن جنکي گرهستي ۽ ڪمزور ماڻهو ڪري نه سگهندا.

## سمرن ڇا آهي ۽ ڪهڙيءَ ريت ڪرڻ جڳائي

سمرن ڇنجي ٿو هر سواس ۾ مالڪ جي نام جپڻ کي، انهيءَ لاءِ ته سمرن ڪندڙ مالڪ ۾ رمجي وڃي. ڪنهن جاڳرت هستيءَ يا ڪامل فقير جي ٻڌايل نام يا نامن جو سمرن ڪرڻ نهايت فائديمند ٿيندو آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ ”سڌيءَ“ (Thought Transference) جي ڪارڻ جلدي ڪاميابي حاصل ٿيتي، مٿين روحاني منڊلن ۾ ڪابه رڪاوٽ در پيش نٿي اچي ۽ آلمڪ اُنتيءَ جو رستو کلندو وڃيتو.

ڪنهن به سرل نموني جو آسڻ لڳائي، پنهنجي خيال کي اکين جي پوپان ٻنهي ڀرن جي وچ ۾ رکي سرت جي زبان سان پوري شوق ۽ پريم سان سمرن ڪيو. ائين سمرن ڪرڻ سان من جي چنچلتا دور ٿيتي ۽ اوچي درجي جي ايڪاگرتا حاصل ٿيتي. سمرن توهين هلندي چلندي هر حالت ۾ ڪري سگهو ٿا. انهيءَ لاءِ ڪاروبار ڇڏڻ جي ضرورت نه آهي. تن من ۽ وچن کي استر رکي باقاعدي سمرن ڪرڻ کپي. سمرن ڪندي سرت ۽ نرت جي يڪسوئي به ضروري آهي. اهڙي مڪمل طريقي سان هڪ گهڙيءَ جو ڪيل سمرن ٻين طريقن سان جڳن تائين ڪيل سمرن کان اُتي سريشت آهي.

## سمرن انتره‌ڪ ٽيڪ جو آسان طريقو آهي

سمرن جپ يوگ جو هڪ اهم ضروري ساڌن آهي. جيڪڏهن سمرن لوچ يا سرت جي زبان سان ڪبو ته سمرن ڪندي ڪندي دل ۾ جنهن جو سمرن ڪبو انهيءَ جي دل سان سنبنڌ جڙي پوندو. اهڙي اوستا ۾ ساڌڪ جي اندران سمسارا سڀ خيال ناس ٿيو وڃن ۽ هردي ۾ پريتم جو ڌيان وسيو وڃي بلڪ هرهنڌ پريتم ٿي پريتم نظر اچيتو.

"ڪبير تون تون ڪرتا تون هوٗا،
مجهه مهه رها نه هوٗن.
جب آپا پر ڪا مٽ گئتا،
جت دیکهه تت توٗن."
(سلوڪ ڪبير جي، ١٠-١٣٧۵)

جنهن انسان جي دل ۾ پريوءَ جي ياد ڪانسواءِ ٻيو خيال ئي نه اُٿي سو ئي سنسار ۾ پورڻ پرش آهي.

"ڪهي ڪبير پوٗرن جگ سوئي،
جاڪي هردي اَوَر نه هوئي."
(گوڙي ڪبير جي، ١١-٣٣١)

اسين اندرين جي دوارن ٻاهر ڀٽڪي رهيا آهيون غور سان ڏسبو ته انهيءَ ڀٽڪڻ جا ٽي مکيه ذريعا آهن. (١) زبان سان ڳالهه ٻولهه ذريعي. (٢) اکين سان ڏسي ۽ اشارن ذريعي ٻين جا سنسڪار کڻڻ ۽ ٻين کي ڏيڻ. (٣) ڪنن سان ٻڌڻ دواران. اهڙيءَ طرح اسانجي من ۾ دنيا جا سنسڪار واسو ڪن ٿا جن کان بچڻ لاءِ زبان کي مالڪ جي سمرن ۾ لڳائبو آهي. اکين کڻي سان پريوءَ جي ياد جو سنسڪار چت ۾ سمائبو ويندو ۽ جڏهن سمرن پريل ليندو ته اکيان سڀ سنسڪار مٽي ويندا ۽ جڏهن ٻه ڪو خيال دل ۾ اُندو ٻه

اهي سمرن جا ساڌن جڏهن سرت يا لوج سان ڪيا وڃن ٿا ته ڪنهن حد تائين قلدايڪ ٿي سگهن ٿا. هڪ مهاتما جو فرمان آهي :-

”ذڪر زبــان يڪ لڪ،
ذڪر قلب سر سر ذڪر روحي راحت جان.“

مالها وغيره ۽ زبان سان سمرن عارضي آهي. سرت جي زبان سان آتما جي استان تي لوج رکي سمرن ڪرڻ، جنهنکي ذڪر روحي وغيره چئجي ٿو اوچي ۾ اوچي درجي جو سمرن آهي ۽ جنهنجو گيان ڪمائيءَ وارن مهاتمائن وٽان مليتو.

سنتن ذڪر يا سمرن جي بين سيني ساڌنن کي چڏي انهيءَ بنيادي اصول کي اهميت ڏني آهي يعني سرت يا لوج جي زبان سان جپ ڪرڻ. سرت شرير من ۽ اندرين سيني کي سهارو ڏيڻ واري شڪتي آهي، انهيءَ ڪري سرت دواران سمرن شرير من ۽ اندرين کي ايڪاگر ڪريتو. بين سمرن جي طريقن سان دل جي صفائي ٿئي ٿي، ڪچ سواد به اچيتو، دل جو حال پروڙي سگهجيتو ۽ بيون رڌيون سڌيون جاڳرت ٿين ٿيون پر پهنجي اندر ايڪاگرتا حاصل ڪرڻ، اگيان جو پڙدو هٽائي انهد جي جهنڪار ٻڌڻ ممڪن نه آهي. انهن ساڌنن ذريعي آتما متين روحاني منڊلن ۾ پرويش نٿي ڪري سگهي.

”پريپ کي سمرن انهد جهنڪار،
سڪ پريپ سمرن ڪا انت نه پار.“
(گوڙي محله ٥، ١٤-٢٦٣)

## سمرڻ

سمرڻ ۾ گهڻن ئي قسمن جا جپ اچي وڃن ٿا. ڪي هٿ جي آڱرين جي سهاري، ڪي زبان ڏوارن، ڪي گلي سان، ڪي هرديءَ سان ۽ سوگهي ناڀيءَ چڪر ئي پراڻن جي هلور ذريعي سمرڻ ڪن ٿا. سمرڻ ڪندي جي سرت ساڻ رهي نه پوءِ اهو سمرڻ ڪجهه لاڀدايڪ ٿيندو. جيڪڏهن هٿ سان ماليا ڦيري، زبان سمرڻ پئي ڪندي ۽ من ٻاهر پيو ڊوڙندو يا سمرڻ گلي يا هرديءَ ۾ پيو ٿئي ۽ من جا خيال دنيا جي طرف جهڪيل آهن ته اهڙي قسم جي سمرڻ مان پورو فائدو ڪڏهن به نه ٿيندو.

"مالا تو ڪر مين ڦري جيڀ ڦري مک ماهين،
منوا تو ده دس ڦري يه تو سمرن ناهين،
ڪبيرا ڪري انگري گني من ڌاوي چهون اور،
جهه ڦيري سائين ملي سو ڀيا ڪاٺ ڪٺور."
(ڪبير صاحب)

سمرڻ ۾ يا ٻين ٻاهرين ساڌنن جي سهاري سمرڻ ڪرڻ گهٽ درجي جو سمرڻ آهي. زبان جو، گلي جو ۽ هرديءَ جو سمرڻ درجي بدرجي بهتر آهي.

مسلمان فقير به ذڪر (سمرڻ) ڪيترن طريقن سان ڪندا آهن. (١) لساني، جو زبان سان ڪبو آهي. (٢) قلبي، جو دل ئي دل ۾ ڪبو آهي. (٣) روحي، جو ٽيسري تل تي ڌيان ايڪاگر ڪري ڪبو آهي، جنهن کي ڪمالي معرفت يا جبروت به چئبو آهي. (٤) سري، جو انترمک پد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪبو آهي ۽ جنهن کي ڪمالي حقيقت يا لاهوت به سڏبو آهي. (٥) خفي، جو مخفي طريقو آهي ۽ انهيءَ کي ڪمالي هاهوت چئبو آهي. سري ۽ خفي علم سينه بسينه پراوديا آهي جنهنجو پد سنتن کان ملي ٿو.

" ڪھ ڪبير اِھ رام ڪي اَنس."

( گوند ڪبير جي ١٠-٨٧١ )

جنھن پدارٿ جو انس آھي تنھنجو انسي بہ ضرور ھوندو. جڏھن ھيءَ سرت جا ڪل مالڪ جي انس آھي پنھنجي ڪل ڏانھن مُڙي ٿي تہ پوءِ ھوءَ ڪل (مالڪ) جو ئي روپ اختيار ڪري ٿي.

" تو جزوي حق ڪل آنست،
انديشہ ڪل ڪني ڪل باشي."

سرت، من يا بڌي نہ آھي. من ۽ بڌي تہ سندس استعمال لاءِ ھٿيار آھن. عام فيلسوف اِيئن اچي دوکو کائيندا آھن. سرت جو مالڪ سان ميلاپ آھي سچو گيان، جنھنکي پراپت ڪرڻ جي يتن کي " پنھنجو ڪم" سڏيو ويو آھي. سرت جو پنھنجي اصليت سان جڙڻ آھي سچي يگتي. انترمک سادنن جو مقصد آھي آتما کي شرير ۽ انجي بين بندنن کان مڪت ڪرڻ. اھي سادن ٽن قسمن جا آھن. پھريون اھو جو سرت جي زبان سان ڪجي تو جنھنکي "سمرن" ڪوٺيو ويو آھي. ٻيو جو سرت جي اکين سان ٿئيٿو جنھنکي ڌيان سڏجي ٿو ۽ ٽيون سرت جي ڪنن دوارا ڪجيٿو جنھنکي سرتي، (جنھنجي سنسڪرت ۾ معنيٰ آھي ٻڌو ويو) "ڌُن" يا ٻڌڻ سڏيو ويو آھي.

( برهالما جو انس ) آهي .

" امر ربي است روح و سر خدا است ،
ذکر بي کام و بي زبان او راست ."

اها اسانجيُ اندر اسانجي چيتنا آهي جنهنجو انبو اسين اکين جي پوپان ڪيون ٿا . انهيءَ جو ڳڻ آهي لوچ يا ڌيان (Attention) . سنتن انهيءَ کي سرت ڪري ڪوٺيو آهي . سرت لوچ کي چئجي ٿو جنهن سان چيتنا جو لعلق آهي . اها اسانجي اندر آهي ۽ ساري شرير کي ستا بخشي ٿي . اهو انساني قالب جي اندر اصلي جوهر آهي جنهنکي اسانکي سمجهڻ آهي ، ڄاڻڻو آهي ۽ جنهنکي سنساري بندنن کان آزاد ڪرڻو آهي . اها سڀکيا سيني ڌرمن جي مهاتمائن ڏني آهي . اپنشد جي پڪار آهي ، " اپني آپ کو جانو " . حضرت عيسيٰ فرمائي ٿو ، "Know Thyself" ( پنهنجي پاڻکي ڄاڻو ) . پراچين يوناني مهاتمائن به انهيءَ جا گيت ڳايا آهن . گرو نانڪ صاحب جن به فرمائين ٿا ته جيستائين اسين پاڻکي نه ڄاڻنداسين تيستائين مايا جو ڀرم نه مٽندو .

" جن نانڪ بن آپا چينبي ،
مٽي نه ڀرم کي ڪائي ."

( ڏناسري محلا ٩ ، ١٨-٦٨٤ )

سيني سنتن انهيءَ تي سار لت جو لچر ڪيو ۽ انهيءَ کي پنهنجي اصلي بيدار ڏانهن موڙڻ جي سکيا ڏني . جيستائين اسانجو ڌيان سنسار ۽ سنساري پدارٿن جي طرف رهي ٿو تيستائين دک سک ۽ بندن قائم رهن ٿا ۽ جڏهن سرت جو رخ پنهنجي اصلي ذات يعني مالڪ جي طرف موڙجي ٿو ته پوءِ هوءَ دک سک جي دائري کان مٿي رهيتي ۽ ان ۾ اهي اصلي ڳڻ پرگهٽ ٿين ٿا جي پهرين ئي مدجهس گپت روپ ۾ موجود آهي .

نرنجن جا پوڄاري آهن ۽ انهيءَ کان وڌيڪ ڪمائيءَ وارن يوگيشورن جا برهم جي سورج بابت اشارا گايتري منتر ۾ مِلن ٿا. حضرت عيسيٰ، سينٽ جان، ۽ مئٿيوز پيٽر آدڪ جا اُپديش انجيل ۾ درج آهن. پارسي مت جي استاپڪ زردشت جي اَملهه روحاني تجربن جو ذڪر "زينډ" وغيره گرنٿن ۾ ڪيل آهي. انهيءَ پرڪار پورب ۽ پڇم جي فيلسوفن جي تجربن جو نچوڙ سندن پستڪن ۾ مليتو. انهن سڀني گرنٿن ۾ ڌارمڪ مهان هستين جا روحاني اشارا قلمبند ٿيل آهن. اڄ ويهين صديءَ ۾ روحاني ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان وٽ گهڻيئي نسخا موجود آهن. پر اول تہ اهي پستڪ عام فهم زبان ۾ لکيل ڪونهن ۽ ٻيو صرف انهن ودوانن جا ترجما موجود آهن جي هنن عقل ۽ بُڌيءَ جي سهاري ڪيا. ٽرمي پستڪن ۾ انترمک روحاني چڙهائيءَ جا اشارا ڏنل آهن جنکي صرف ڪو عالم با عمل ئي (ودوان اڀياسي) سمجهي سگهندو نہ تہ اهي راز گپت ئي رهن ٿا. اهڙن رازن کي تہ صرف ڪو ڪمائيءَ وارو مہاتما ئي کولي سمجهائي سگهيتو.

گرنٿن پوٿين کي جڏهن غور سان پڙهبو تہ معلوم ٿيندو تہ انهن ۾ ٻن قسمن جا ساڌن لکيل آهن. پهريان ٻاهرمکي ساڌن جي پرمارٿ جي جگياسين لاءِ الف ب (شروعاتي ساڌن) جو ڪم ڏين ٿا. ٻيا انترمکي، جن جو سڌو تعلق اسانجي آتمڪ انتيءَ سان آهي. پهرين ۾ شريعتن جا رواج ۽ رسمون، نماز، پوڄا، قرآن شريف ۽ ٻين مذهبي ڪتابن جو پاٺ، حج، تيرٿ ياترا، روزا، ذڪرات ۽ دسونت، صوفي مجلس ۽ ستسنگ، سماع، ڪيرتن ۽ ٻيا ڪرم ڪانڊ جا ساڌن اچي وڃن ٿا. ٻين ۾ اهي انترمک ساڌن شامل آهن جنجو سبنڌ اسانجي انهيءَ پرم تتو سان آهي جنهنکي ويدانتي آتما يا جيو آتما سڏين ٿا ۽ جنهنکي صوفي فقير روح چون ٿا جو امر رٻي

## سرت شبد يوڳ جا ٽي ساڌن

هن سنسار ۾ ڪيترن رشي ۽ مني، يوگي ۽ پِرَ، ساڌو ۽ پيرفقير، نبي ۽ رسول آيا ۽ جنهن جيتري روحاني ترقي ۽ رسائي هئي اوتري سکيا پنهنجي ششن کي ڏيندا رهيا. انهيءَ دنيا جي مختلف مذهبن جا بانيا ڪنديون رهيو وجيئو ۽ انهن جا اُپديش سندن ڌرم پستڪن ۾ درج ٿيل آهن. جيستائين انهن مهاتمائن جا شيوڪ سندن سکيا انوسار انترمک ڪمائي ڪندا رهيا تيستائين کين روحاني فيض ملندو رهيو ۽ ڏيري ڏيري جيئن هو باهر مکي ٿيندا ويا تيئن اصلي آتمڪ گيان کان محروم ٿيندا ويا ۽ صرف لفظن جي چڪر ۾ ڦاسي پيا. رشين منين کي سماڌيءَ دوران جيڪو گيان حاصل ٿيو اهو ويدن، اُپنشدن ۽ شاسترن ۾ درج آهي. مهاتما ٻڌ جي نروان پد سمبڌي "پرڪاش ۽ شبد" جو تجربو ٻوڌي ڪتابن ۾ لکيل آهي. حضرت موسيٰ ڪمائي ڪري خدا جو نور پنهنجي اندر ڪوه طور (جبل) تي ڏٺو. حضرت محمد صاحب حرا غار ۾ سعد سال ايڪانت ۾ وبهي ڀڄن ڪيو ۽ پنهنجي اندر نوراني چمتڪار ۽ بانگِ الاهي يا ڪلمو ٻڌو ۽ جنهن جو ذڪر اسلامي ڪتابن ۾ ٿيل آهي. حضرت عيسيٰ اجاڙن ۽ بيابانن ۾ گوشه نشيني اختيار ڪئي ۽ انترمک ساڌنا ڪمائي لوڪن کي "شبد" (Word) جو سنديش ڏنو. اهڙيءَ طرح حضرت زردشت جي "سروشا" جي سکيا سندس انترمک روحاني ابياس جو نتيجو هئي.

ڪن ٻين گليش جا ٻرجاري مول چڪر جي، وشنو ۽ اگني ديوتا جا آباسڪ ناڀي چڪر جي، ڪيلاش نواسي ڀڳوان شو جا ٻرجاري هردي چڪر جي ۽ شڪتيءَ جا آباسڪ ڪنٺ چڪر جي آراڌنا ڪن ٿا. يوگي جن تيسري تل جي جوت

مان پار تيڻ لاءِ شبد جي ڪمائي اهم ضروري آهي چاڪاڻ ته انهيءَ ڪمائيءَ جي ذريعي انسان دنيا ۾ رهندي سنساري بندڻن جي ميل کان بي داغ ۽ بي اثر رهيتو. جهڙي طرح ڪنول جو گل پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيئتو، پاڻيءَ ۾ ئي رهي تو پر سدائين پاڻيءَ کان مٿي ۽ نيارو رهيتو يا جيئن مرغابي پاڻيءَ جي اثر کان نيارِي ٿي رهي ۽ جڏهن اڏامي ٿي ته خشڪ پرن سان. ڪبير صاحب، بين ڪيترن سنتن ۽ سکن جي ڏهن گورن انهيءَ سرت شبد يوگ جو پرچار ڪيو.

”نانڪ نام نرنجن جائيءِ،
ڪيني پگت پريم لو لائي.
تاتي اَنگد اَنگ سنگ پيو سائر،
تن شبد سرت ڪيني ؤر ڪائي.“
(سوئيٽي محله، ۴-۱۴۰۶)

اهو مالڪ سان ملڻ جو مڪمل طريقو آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته اسانجو پريتم سنسار ساگر جي پرئين ڪناري تي آهي ۽ اسين هن ڪناري تي وينا آهيون. گورو اسانجي سرت کي شبد سان جوڙي اسانکي انهيءَ ساگر مان پار ڪري ٿو ڇڏي.

”پار ساجن اَپار پريتم،
گر شبد سرت لنگهاوَئي.“
(تکاري محله ۱، ۱۱-۱۱۱۳)

اهو پورڻ ساڌن نه صرف ڪل مالڪ تائين پهچائي ٿو بلڪ اهو قدرتي، نهايت آسان ۽ جلدي ڦل ڏيڻ وارو به آهي. انهيءَ جي ڪمائيءَ ۾ پراڻايام وغيره جي ساڌنن جون مشڪلاتون درپيش نٿيون اچن. دراصل، اهڙن ساڌنن جي ضرورت ئي ڪانه ٿي پوي ۽ نڪو ڪرم ڪار، قوم مذهب يا گهر بار ڇڏڻو ٿو پوي. ساري دنيا لاءِ هڪڙو ئي قدرتي طريقو آهي.

## مالڪ سان ميلاپ جو مڪمل طريقو ۽ انجا ساڌن

آتما پرماتما جي انس آهي.

”ڪهه ڪبير اهه رام ڪي انس.“

( گرنٿ ڪبير جي ١٠-٨٧١ )

روح امر ربي آهي ۽ شرير اندر انهيءَ اُلهه جوهر جي ڪارڻ ئي جسم قائم آهي ۽ من ۽ اندريون پنهنجو ڪاريه ڪن ٿيون. سنتن انهيءَ جوهر کي پنهنجي اصلي خزاني سان ملائڻ جو اُپديش ڪيو آهي. جڏهن ساڌڪ جو ڌيان انهيءَ اندروني آتمڪ مارگ ۾ ايڪاگر ٿيندو ته ڌيري ڌيري سندس حالت بدلجڻ لڳندي ۽ ستيه جي جهلڪ ملڻ سان سڀ جڙ پدارٿ ٽچ نظر اچن ٿا. انهيءَ سچي ۽ پورڻ جوهر جي ايڪ شرير روپي محل ۾ اکين جي پويان آهي جتان انهيءَ جوهر جون چيتن لهرون پکڙجي شرير کي چيتنتا ۽ ستا بخشين ٿيون. انهيءَ سرت (آتما) جو ذاتي خزانو آهي آدي شبد جو ”ست شبد“، ”سار شبد“ ۽ ”انحد شبد“ جو آڌار آهي. سرت انحد شبد کي پڪڙي سهسدل ڪنول، جو جوتين جو آخرين مقام آهي، کي پار ڪري ترلوڪيءَ کان مٿي سار شبد ۾ ملي آخر آدي شبد ۾ سمائجي وڃيتي. ترلوڪيءَ تائين سڀ معدل پولنه ۾ نـاس ٿي وڃن ٿـا ۽ مهاپرلئه ۾ ست لوڪ کان هيٺ سڀ مقام ڊهي پون ٿا. جيڪا سرت يا آتما انحد شبد کي پڪڙي سار شبد ۽ ست شبد سان جڙي آدي شبد ۾ جـذب ٿـي وڃـتي سا آخري مقام ۾ پهچي ڪل مالڪ سان ملي وڃيتي. انهيءَ ڪري سرت شبد يوگ جي ڪمائيءَ جو طريقو ئي هڪ پورڻ ساڌن آهي جو آتما کي ڌرڌام پهچائي ٿو. گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته پڙساڳر

وڃو آهي. شائق جگياسو وڌيڪ تفصيل لاءِ انهن ڀاڱن کي پڙهن. هرهڪ انسان جي اندر اهو قدرتي سوال اُٿي ٿو تہ (١) پرمارٿ ۾ ڪهڙين ڳالهين جي ضرورت آهي. (٢) مالڪ سان ملڻ جو ڀروسو طريقو ڪهڙو آهي ۽ ان جا ڪهڙا ساڌن آهن. (٣) انهيءَ مارگ تي هلڻ لاءِ ڪهڙين چيزن جي درڪار آهي. (۴) ڪهڙا ڪم ڌارڻ ڪرڻ سان اسين پرمارٿ جي ڪمائيءَ ۾ ڪامياب ٿي سگهون ٿا. سيني ڌارمڪ اُپديشن، مذهبي شريعتن ۽ سکيائن ۾ انهن سوالن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي.

## پرمارٿ ۾ ٽن ڳالهين جي ضرورت آهي

سنتن جي سکيا جا ٽي بنيادي اصول آهن. (١) ستگورو (٢) ستسنگ (٣) ست شبد. گورو هجي پر پورو جنهنجي اندر ستيہ جو پرڪاش پرگهٽ هجي ۽ جو مالڪ سان جڙيل هجي ۽ جنهنجي صحبت دواران "سچ جو سنگ" يعني "ستسنگ" حاصل ٿئي، سندس روحانيت جو رنگ اسان تي چڙهي ۽ سچي نام يعني ستنام جي پراپتي ٿئي. جيستائين ستگورو نہ ملندو ليستائين انسان اگيان جي اونداهي مان ڪيئن نڪري سگهندو؟ جيستائين اهڙي ڪامل مرشد جي صحبت نہ ملندي ليستائين روحانيت جو لت نہ ملندو ۽ نڪو آتمڪ گيان جاڳرت ٿي سگهندو. جيستائين ٻاهرين نون دوارن کان هٽي اسانجو اندروني تعلق "سچي نام" يعني "ناميءَ" سان نہ ٿيندو ليستائين آتمڪ ڪلياڻ ناممڪن آهي.

جي ضرورت هئي انهيءَ ڪري بلڪل ٿورا ماڻهو انهيءَ ۾ لڳندا هئا.

انهيءَ روحانيت کي "شبد يوگ" يا "سرت شبد يوگ" ۽ سڀ جي ڳوجهه ۽ وستار سان ورنن گورمت سڌانت جي پهرئين ڀاڱي ۾ ڪيو ويو آهي. انهيءَ بابت پاتنجلي رشيءَ جي يوگ سوترن، گورک ناٿ جي ٻاڻيءَ، ٻوڌي يوگ آچاريه مت جي گرنٿن، اپنشدن جي ديوبان پنت ۽ ٻين ويد جي منترن ۾ ذڪر ٿيل آهي. يوناني فيلسوفن به انهيءَ بابت اشارا ڏنا آهن. پارسين جي مهاتما زرتشت "زينداويستا" گرنٿ ۾ انهيءَ شبد يوگ جو ذڪر ڪيو آهي. مسلمان صوفي فقيرن انهيءَ کي "صورت سرمدي" "شغل نصيره" "سلطان الاذڪار" ڪري بيان ڪيو آهي. چشتي، قلندري ۽ نقش بندي به انهيءَ ۾ وشواس رکن ٿا. ڪبير صاحب، گورو نانڪ صاحب، دادو صاحب ۽ پلٽو صاحب وغيره سنتن نه صرف انهيءَ سرت شبد يوگ جو اپديش ڪيو آهي. عيسائين جي سينٽ جان بائيبل جي شروعاتي وچن ۾ انهيءَ جو صاف ذڪر ڪيو آهي. انتري گيان جي هٺ ڪري انهيءَ سادن جو گهڻو ڪري سڀني ڌرمن ۾ ٿورو يا گهڻو رواج هو جو ڏيري ڏيري گم ٿي ويو ۽ دنيا جا لوڪ ٻاهرين ڪي خيالن، پوڄا پاٺ ۽ ڪرم ڌرم ۾ لڳي ويا. "نانڪ وڃ اڪري ليکو پيو ڪُنجي" وارو ليکو وڃي پيو آهي ۽ اڄ عام ماڻهو مالڪ جي هستيءَ، هن سان ملڻ جي جڳتيءَ ۽ اندروني روحاني منزلن کان بلڪل بيخبر آهن.

روحاني راهه ۾ هلڻ لاءِ سڀ کان اول مالڪ کي ڄاڻڻ جي ضرورت آهي جنهن بابت گورمت سڌانت ڀاڱي پهرئين ۾ "سوامي" "هري راءِ" "آدي نرنجن" "اڪنڪار" "رام راءِ" "نرنجن" ۽ "ڪال" جي بابن ۾ ذڪر ڪيو

گرمي آهي پر اها روشني کهڙي آهي، اونده ۾ اُجالو
ڪيئن ٿي ڪري ۽ انهيءَ جو سيڪ ڪيئن سرديءَ کي دور
ٿو ڪري انهن ڳالهين کان هو بلڪل غير واقف رهندو. پر
جي توهين باهه کي ڏسو ۽ انجي پرسان وهڻ شروع ڪيو ته
بنا پڙهڻ ۾ توهانکي باهه جي بابت پوري ڄاڻ حاصل ٿيندي.
ها، جيڪڏهن علم سان گڏ عامل ٿجي ته پوءِ علم عامل جي
گلي ۾ پشپ مالها وانگر زيب ڏيندو. انهيءَ ڪري سنتن ۽
مهاتمائن ڪمائي ۽ اڀياس تي زور ڏنو آهي. ڪنهن به ساز
سکڻ لاءِ ان بابت ڪتاب پڙهڻ جي ضرورت ڪانهي صرف
جو انهيءَ هنر کي سکڻ چاهي سو انهيءَ کي هٿ ۾ کڻي ۽
اُستاد کان سکيا وٺي، انهيءَ لاءِ روز مره وقت ڪڍي اڀياس
ڪري. ائين ڪرڻ سان هو انهيءَ ساز جي وڄائڻ ۾ ماهر
ٿي پوندو.

اهڙي طرح جڏهن شيوڪ پرمارٿ جا ساڌن گُروءَ کان
سکي انهن جو اڀياس ڪندو ۽ جيڪي خاص نقطا گُروءَ جي
ستسنگ ۾ ٻڌي انهن کي چڱيءَ طرح گرهڻ ڪندو رهندو ته
پوءِ جيئن جيئن هو اڀياس ۾ اُنتي ڪندو ويندو تيئن هو روحانيت
جو عالم ٿيندو ويندو.

روحانيت روح جي علمي ۽ عملي تعليم جو نالو آهي جا
ٻڌائي ٿي ته آتما ڇا آهي ۽ آتما جو پرماتما سان ميلاپ ڪيئن
ٿي سگهيتو. انهيءَ کي "يوگ" به ڪوٺجي ٿو. يوگ لفظ
آهي "يُج" مان جنهنجي معنيٰ آهي "جڙڻ." يعني آتما
جو پرماتما سان جڙڻ يا وصال ڪرڻ. اها روحانيت ازلات
سنت مت نهايت پراچين آهي ۽ ويدڪ ڪال جي رشين ۽
مهاتمائن به انهيءَ جو پرچار ڪيو پر گپت روپ ۾. انهيءَ
وقت يوگ اڀياس پراڻايام سان شروع ڪيو ويندو هو جو نهايت
مشڪل ۽ خطرناڪ ساڌن هو. انهيءَ ساڌن لاءِ سخت سنجم

دواران پورو ڪيو وڃي ٿو. هرهڪ پرمارٿيءَ کي ستسنگ ٻڌڻ جي خاص تاڪيد ڪئي وڃي ٿي. ايتري قدر جو ستسنگ کي پڇن روپي ڪيتيءَ جي واڙ ڪوٺيو ويو آهي. ستسنگ ۾ هر قسم جي ڌارمڪ ويچار ڌارا جو پريم پيار سان ورڻن ڪيو وڃي ٿو انهيءَ سبب جگياسو گرنٿ پوٿين پڙهڻ سان روحانيت جي مضمون جو چڱو خاصو ڄاڻو ٿي پوي. پر انهيءَ نقطي کي چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪرڻ کپي ته ڄاڻ يا Theory جي بنسبت ذاتي تجربو Practical Self experience بهتر ۽ وڌيڪ لاڀدايڪ آهي ڇاڪاڻ ته پرمارٿ اپرا وديا آهي جا گروءَ جي ڏيکاءُ ۽ عمل بنا پراپتي نٿي سگهجي. ڌرم پستڪن جي پڙهڻ سان روحاني راهه جو پتو پئجي سگهندو. پر انهيءَ مان پورو فائدو تڏهن ليندو جڏهن ابياس دواران پنهنجو اندروني انڀو حاصل ڪبو.

” پهه ڪرني ڪا ڀيد هئه تاهي ٻڌي ٻچار،
ٻڌي ڇوڙ ڪرني ڪرو تو پائو ڪڇ سار.“
(سار ٻچن ڇند ٻند ٢٠٧)

روحانيت اپرا وديا ۽ عمل جو مضمون آهي. ٻين، ستار، سسري وغيره جي بابت ڪتاب موجود آهن پر انهن جي سکڻ لاءِ هوشيار اُستاد جي ضرورت آهي. ڪو به انسان صرف انهن ڪتابن کي پڙهي سازن وڄائڻ ۾ ماهر نٿو ٿي سگهي. انهيءَ پرڪار روحانيت به بنا ابياس ۽ بنا مرشد جي حاصل نٿي ڪري سگهجي. ڌرم پستڪن يا گرنٿن کي پڙهڻ سان دماغي طور ڪجهه نه ڪجهه ڄاڻ ضرور حاصل ٿيندي پر پرمارٿ جي اُنڀو پراپت ڪرڻ جي لاڀ کان محروم رهبو. جنهن اڳيءَ کي ڪڏهن ڏٺو ئي ڪونهي، سو انهيءَ بابت پڙهي اها ڄاڻ حاصل ڪري سگهي ٿو ته اڳيءَ ۾ روشني ۽

# پرمارٿ

رشي مني، سنت مهاتما دنيا ۾ وقت بوقت ايندا رهيا ۽ پنهنجو پنهنجو اُپديش لوڪن کي ڏيندا رهيا. هو مالڪ جي پريم جي رنگ ۾ رنگيل ۽ آنند ۾ مخمور هئا ۽ پرمستيءَ جا راز ٻڌائي ويا. جيڪي پريمي اهڙن مهاتمائن جي صحبت ۾ آيا سي به انهيءَ اپار آنند جو رس ماڻي ويا. پر انهيءَ آنند جي راز کان ڪير واقف ٿي سگهيتو؟ انسان بنسريءَ جي مڌر ڌن کي ٻڌي انهيءَ جي مستيءَ ۾ جهومي سگهيتو پر بنسريءَ جو وڄائيندڙ نتو ٿي پوي. اصلي خوشي ۽ لذت ته صرف بنسريءَ جي وڄائڻ سان ئي پراپت ٿي سگهيتي. ڪامل پرشن جا ويچار ڌرم پستڪن ۾ درج ٿيل ضرور آهن پر انهن کي صرف پڙهڻ سان پرمارٿ جو سواد نه ملي سگهندو. انهيءَ لاءِ ڪمائي ۽ ذاتي تجربي ڪرڻ جي اهم ضرورت آهي. روحانيت لکڻ ۽ پڙهڻ جو مضمون نه آهي. هيءُ اڀياس ۽ انڀوءَ جي چيز آهي. علم جو عمل کانسواءِ ڪو مهتو ڪونهي. انهيءَ کان ظاهري علم جي نه هوندي به عمل يا ڪمائي ڪرڻ بهتر آهي ڇاڪاڻ ته عمل ڪرڻ سان آتما جي گپت شڪتي پرگهٽ ٿئيتي. جو انسان صرف پرمارٿ جي واقفيت حاصل ڪريتو، پر ان تي عمل نتو ڪري انهيءَ ۾ روحانيت جو جذبو جاڳرت نتو ٿئي. انهيءَ ڪري سنتن اڀياس ۽ عمل تي زور ڏنو آهي پر هُن علم يا Theory جي سمجهڻ کي به ڪافي اهميت ڏني آهي ۽ انهيءَ ضرورت کي ستسنگ

يعني Now or Never جيڪي هميشہ لتا ڪن ۽ اڄ جو ڪم سڀاڻ لي لا رکن سي ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندا. وقت جو قدر ڪريو ڇاڪاڻ تہ وقت ۽ درياهہ جي لهر ڪڏهن بہ انتظار لتا ڪن.

"Time and tide wait for no man."

آخري وينتي آهي تہ ٻرہ ٻالڪ هن ٻستڪ کي اُدار دل سان پڙهن ۽ گورٻاڻيءَ جي سکيا انوسار پنهنجي اصلي گهر پهچڻ جي ڪوشش ڪن ۽ هن امول انساني زندگيءَ کي جا چوراسي لک جونين ۾ اشرف آهي، سڦلو ڪن.

داسن داس

ساون سنگهہ

هن پستڪ ۾ خاص طرح ٻه ڳالهيون موجود آهن. هڪ ته سچي روحانيت جو ترتيب وار خزانو جنهنکي پرمارٿ جي راز جي ڪنجي ۽ چئي سگهجيتي. ٻيو اهي اصول جن جي ڄاڻ ٻوڌي جگياسن لاءِ بلڪل ضروري آهي.

هي گرنٿ اڄ ڪلهه جي عام فهم پنجابي زبان ۾ لکيو ويو آهي جنهن ۾ ڪئين ٻولين جا مروج لفظ ڪم آندا ويا آهن. انهيءَ لاءِ ته هرهڪ انکي سمجهي سگهي. پستڪ جي آخر ۾ گور باڻيءَ جي ڏکين لفظن جي معني به ڏني ويئي آهي انهيءَ لاءِ ته پاٺڪ کي باڻي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. پراچين رشين منين جو مقصد هو.

"Awake, arise and stop not, until the goal is reached."

يعني جاڳو، اٿو ۽ روحانيت جي مارگ تي وک وڌايو ۽ جيستائين منزل مقصود تي نه پهچو تيستائين آرام نه ڪريو. سنت مت ۾ هڪ نقد سودو آهي اڌر نه آهي. جيڪڏهن ساڌڪ جيئري ئي اڀياس ڪري پنهنجي اندر مالڪ جو ديدار نٿو ڪري ته موت کانپوءِ مڪتيءَ جو ڪهڙو ڀروسو؟

”مُوئي هُوئي جٿه مڪت ديهگي،
مڪت نه جانــي ڪوئلا.“
(ملار نامديو ١٧ - ١٢٩٢)

سچي بندگي ۽ پرماتما سان ميلاپ صرف هن حياتيءَ ۾ ئي ٿي سگهندو. انهيءَ ڪري سنت مهاتما فرمائين ٿا، ”اچو، اڀياس ڪري، مالڪ جو پنهنجي اندر درشن ڪريو. زباني جمع خرچ ۾ وقت نه وڃايو ۽ همت ڪري هن جنم ۾ ئي پنهنجا اندروني نيتر کولي پرڀوءَ کي ڏسو.“ سنتن جو اصول آهي، ”هيئر ڪريو پوءِ جو ڪهڙو ڀروسو.“

وڪار ۽ چغلي چا آهي ۽ اهي ڪيئن دور ٿي سگهن ٿا. شراب، ماس، نشو، اڙي صحبت، همت، ڪتني ۽ ڪرڙي رس ڪس، آشا منشا، سچ، ايڪ، ذات پات، ۽ سوالڪ جي وشين لي روشني وڌي ويئي آهي.

سڪ مت بہ اوتارن ۽ ديوتائن جي رهبي کي گور باڻيءَ جي سهائتا سان ثرلش ڪيو ويو آهي. ويدن شاسترن ۽ سمرتين کي گورو صاحبن ۽ بين ڪامل مهاتمائن ڪهڙي درشٽيءَ سان ڏٺو آهي، اهو بہ سمدن باڻيءَ جي حوالن ذريعي ٻڌايو ويو آهي.

سکي، سورمو، سڄڻ، مسلمان، گور باڻي ڪنهنکي لي چوي. موولي ٻوڇا ۽ جولش جي اصليت کي کولي ظاهر ڪيو ويو آهي. سچا تيرٿ، پاپ، نرڪن جا دک، روزي ڪمائڻ جي ضرورت ۽ جڳتيءَ لي وچار پيش ڪيا ويا آهن. آخر بہ سوال جو جواب ۽ خاص خاص وشين لي گورو صاحبن جون هدايتون ۽ لکيون ويون آهن.

# گورمت سڌانت جي ٻئي حصي

## ۾ ڇا آهي.

ٻئي حصي ۾ پرمارٿ جي ساڌنن جي خاص ڳالهين جو بيان ڪيو ويو آهي. ڪهڙي شيءِ سڀ کان اهم آهي، اشنان، ڏان، سمرڻ، ڌيان، ڌن، آسڻ، امرت ويلي جي اهميت انهن سڀني جي وياکيا ڪئي وئي آهي. انهن ساڌنن جو به ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن دواران ٻن سمرڻ ۾ ترقي حاصل ٿئي ٿي. واهگرو، جپ، لپ، پوڄا، پڙهڻ ۽ پاٺ، ڇا آهن ۽ ڪيئن انهن لفظن، سنسار جي اشور تا ٻاهر ڇتاولي، انهن ڳڻن کي گرهڻ ڪرڻ جن جي گرهڻ ڪرڻ سان آتما مالڪ جي درگاهه ۾ مان پائيندي، فرياد ۽ عاجزيءَ جي پرمارٿ جي ڪمائيءَ ۾ سهايتا، انهن سڀني جي ٻاري ۾ گورباڻيءَ جا رايا ڏنا ويا آهن. اهنڪاري، شش، گورمک، سهاڳڻ، جيون مڪت، ساڌ سنگت، گيان، جيوت مرتڪ، اُبرس جا درجا- انهن لئي گورباڻيءَ ۽ ٻين مهاتمائن جا وچار ڏنا ويا آهن.

اندروني روحاني نظارن، جمرت، وغيره جي باطني منزلن جهڙوڪ بِلُ، امرتسر ۽ سهج وغيره جنجو انڀو آتما ڪري ٿي، انهن سڀني کي ڪنهن حد تائين بيان ڪيو ويو آهي. جيو آتما ڇا آهي، شرير آتما جو گهر آهي، سچو هرمندر ۽ مسجد جنهن اندر پرماتما جو درشن ٿئي ٿو ڪهڙو آهي ۽ شرير اندر داخل ٿيڻ سان جن وستن جي پراپتي ٿئي ٿي تن جو ورنن ڪيو ويو آهي.

روحاني راهه ۾ رڪاوٽون ڪهڙيون آهن، من، ممڪ، ڏهاڪڻ ۽ من مت ڪرم ڇا آهن. مايا، ڀرم، هؤمَي، پنج

سڀ جي ، موجوده گروءَ جي ضرورت ۽ اڳين گرون جو ڪاريه ، گرو هميشه ابدا رهيا آهن ۽ اڳتي به ابدا ، انهيءَ جي لوازمي ثابتي. گروءَ جو ڪم ، ڌارمڪ گرنٿ ۽ واچڪ گياني نٿا ڪري سگهن ، گرو پڻ جو حق ڪل مالڪ کان مليل ، گرو جيون کي مڪتي ڏيڻ لاءِ اچيل ، گروءَ جو دنيا ۾ مقصد ، گروءَ جو ڪم ، گروءَ جو فرض ، گرو پرماتما جو خاص ظهور آهي ، گروءَ جون ڪهڙيون وشيشتائون آهن ، گرو ملي ڪهڙي طرح ٿو ۽ گروءَ جي ميلاپ مان فائدا انهن سڀني وشين کي کولي سمجهايو ويو آهي.

گرو ، گرديو ۽ ستگروءَ جو الڳ الڳ ورڻن ڪيو ويو آهي. آتما جي مڪتي صرف پوري گروءَ ذريعي ئي ٿي سگهي ٿي. پوري گروءَ جي پڇاڻ ، گرو ، گرديو ۽ ستگروءَ جي مالڪ سان ايڪتا ، گروءَ جي شرڻ ، ۽ گروءَ جي بخشش ، گروءَ جو مستڪ تي هٿ رکڻ ، گروءَ جو حڪم ، گروءَ جي سڀيال انهن نقطن تي گروباڻيءَ جا حوالا ڏنا ويا آهن ۽ گڏوگڏ ٻاوني گرون جا ٻول پڌرا ڪيا ويا آهن انهيءَ لاءِ ته پاٺي پڙهڪي ۾ جگياسو دوکو نه کائي.

ڇا آهي، نام ۾ ڏڻ ۽ پرڪاش آهي، اصلي نام گهٽ آهي،
نام مالڪ سان ملائڻ جي ڏور آهي، اهو نام، ڪٿي آهي
۽ ڪيئن پرابت ٿئيتو، ڇنڊي ڇڪن ۾ صرف نام ڏواران اڌار
ٿئي ٿو، نام جو ساڌن سولو آهي، نام جي ٻڌڻ ۽ مڃڻ جا
انيڪ ڦل وغيره انهن سڀني وشين کي کولي سمجهايو
ويو آهي.

هري نام، رام نام، هر رام، گرو نام ۽ گورمک انهن
سڀني لفظن جي ڀيد ڇڱيءَ طرح وياکيا ڪئي وئي آهي.
امرت ڇا آهي، ڪٿي آهي، ڪڏهن ملي ٿو ۽ انهي فائدن
جو ڀ ورڻن ڪيو ويو آهي. ٻاڻي ۽ گور ٻاڻيءَ جي ٻاري ۾
گورو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل سڀ ويچار ۽ هن ڪتاب ۾ درج
ڪيا ويا آهن ۽ سمجهايو ويو آهي ته اها ٻاڻي ويدن شاسترن
ٻاڪ نٿي لوڪن ڪسي ٻانڻ واري طاقت آهي ۽ ساري
جڳت جو گورو آهي. اهو نام انادي آهي ۽ جڳن کان هلندو
آيو آهي. انهيءَ کي گورمک ٻاڻي، انهد ٻاڻي، ادهر ٻاڻي ۽ گهٽ
ٻاڻي ڪوٺيو ويو آهي ۽ انهيءَ ٻاڻيءَ جا انيڪ لاڀ آهن.

گور منتر ۽ ديڪشا ڇا آهي ۽ انهيءَ کي حاصل ڪرڻ
جي ضرورت لي روشني وڌي وئي آهي. گور ٻاڻي مطابق
اڪثر ۽ ڪبان ڇا آهي. چرن ڪمل ۽ چرن ڌوڙ کي وستار سان
سمجهائيندي لکيو ويو آهي ته اهي چرن ڪهڙا آهن جن ۾
اسانکي سمائجڻو آهي ۽ جن کي دل ۾ ڌارڻ ڪري من
پسند ڦل پائجن ٿا ۽ اها چرن ڌوڙ ڪهڙي آهي جنهن جو
گور ٻاڻي اشارو ڏنيتي. سرت شبد ڇا آهي ۽ انهيءَ کي
ڪيئن حاصل ڪجي، انهيءَ جو مختصر ورڻن ڪيو ويو آهي.

مالڪ ۽ نام يا شبد وغيره ۽ سرت شبد يوگ جو ڀيد
گوروءَ کان ملي ٿو. گورو ڇا آهي، ڪير آهي، گوروءَ جا
درجا، گورو ڊمڪ آهي يا گهٽا، وقت جو گورو ڪڏهن کي ٿو

"ٻماد" ڪري ورڻن ڪيو ويو آهي. سنتن ۽ مهاتمائن
هيڪي سوامي، هرراء، نرنجن، مهادڀال وغيره سڏيو آهي.
جڏهن هن پنهنجو ظهور ڪيو ته "ايڪنڪار" ئي سنسار
جو پسارو رچيو.

"جل ٿل مهيئل پورنا سوامي سرجن هار،
اَنڪ ڀانت هوءِ پسريا، نانڪ ايڪنڪار."
(گوڙي محله ۵، ١٢-٢٩٦)

انهيءَ اوستا کي سنتن ست پرش، ايڪنڪار، رامراء
يا ديال ڪري بيان ڪيو آهي ۽ انهيءَ کان هيٺ ڪنڊن
برهمنڊن جي رچنا ڪال ڀڳوان (Negative Power)
ڪئي آهي.

انهن هرراء وغيره نامن جي تفصيل هن ريت آهي:-

هرراء- سوامي رامراء- ايڪنڪار ذرمراء- ڪال.

هن پستڪ ۾ انهن پرڀوءَ جي نالن تي گوربائيءَ جا حوالا
ڏيئي ڪافي روشني وڌي ويئي آهي. "ڀاڻو، شرڻ"
جا کي تو چئجي؟ "حڪم" جا آهي؟ ۽ انهن جو ڀاڻبر
ڪهڙو سنبنڌ آهي. انهن سڀني وشين کي کولي سمجهايو
ويو آهي.

سوامي شبد روپ آهي ۽ رچنا جوڪرتا آهي بلڪ ان جي
جان آهي. شبد جا آهي (Sound Principle) شبد ڌن جو
واسو ڪٿي آهي، ڪهڙي استان تي شبد ٻڌڻ ۾ اچيٿو.
انهيءَجي اندر جيڪو پرڪاش آهي سو ڪيئن ڏسي سگهبو،
شبد جي ڪمائيءَ جو ڦل ڪهڙو مليٿو، انهد شبد ۽ پنج
شبد جا آهن، اندريان ۽ باهريان ساز جا آهن، نرت جا کي
تو چئجي، نام ۽ ناميءَ جي ضرورت، مالڪ جي مختلف نامن
مان ڪهڙو نام پورڻ ڪلياڻڪاري آهي، نام ۽ انجي اصليت

هو اصول سڀ کان اوچو ۽ پورڻ آهي ۽ سنت هڪ قدم اڳتي وڃن ٿا. جتي "هڪ" جو خيال ڪجهه نه "ٻئي" جو خيال انهيءَ سان گڏو گڏ ڪمبڻ رهيو. انهيءَ ڪري هو هڪ هوندي به مايا کان الڳ نه آهي. سچو ڪل مالڪ نه هڪ آهي نه ٻه، نه ٽي، هو جو آهي سو آهي.

"ايڪ ڪهون تو هئہ نهين، دوجا ڪهون تو گار،
جئسا هئہ تئسو رهي، ڪهي ڪبير وچار."

اسين مالڪ کي جڏهن هڪ ڪري ورڻن ڪيون ٿا نه صرف انهيءَ لاءِ نه اسان لاءِ ڪو آسرو ٿي سگهي. نه دراصل نه هو اڪت ۽ نرالو آهي.

"هو به آنہ هئہ ممہ ڪو ٿورلئہ،
ڪيا جاٿا هوءِ ڪتسوري."
(سورت محل ٥، ٩-٦١٢)

سنتن جو اُپديش آهي انهيءَ ايڪمڪار جو پيد جاڻڻ جو حقيقت ۾ الدمہ آهي.

" اِس ايڪي ڪا جاڻي ڀيئہ، آپي ڪرتا آپي ديئہ."
(وارڪلي محل ١، ١٨-٩٣٠)

اهو ڪل مالڪ نہ ڪال آهي (Negative) نه اڪال (Positive) آهي. هو ڪال ۽ اڪال ٻنهي جو سوامي آهي.

"ڪال اڪال خصم ڪا ڪيا، اهہ پرڀنج ڀڌاون."
(مارو ڪبير ٧-١١٠۴)

انهيءَ جي رچنا نہ جڳت جي پرپنچ کي وڏائي لاءِ ڪئي وئي آهي.

جڏهن گرو ڀاڻي ۽ ٻين سنتن جا وچن غور سان پڙهبا نہ ثابت ٿيندو نہ ڪل مالڪ اڪمت، اڻالبہ ۽ سيو آهي، هو ڪل ڪرتا آهي ۽ "سيرڻ، سيرڻ، سيرڻ هولي" ۽

جي ڀاڱن سان ڀورن سمت ملي وڃي ته ٻيءَ ڪنهن ٻئي گرنٿ ٻوليءَ جي ضرورت نه ڪانهي. اهڙا ڪامل پرش انسان جي دل روپي گرنٿ کي پڙهن ٿا جو ئي اصلي ويد آهي ۽ جنهن مان سڀ ڌرم شاستر پرگهٽ ٿيا آهن. انساني ديهه ئي سچو هري مندر آهي جنهن ۾ پرميشور نواس ڪري ٿو. جيڪڏهن تون هن ڪايا جي کوج ڪئي ته ٻيو ڪون خود ديهه ڌاري گياني ڌياني ٿي پوندا ۽ پريوءَ کي پراپت ڪندا.

## گورمت سڌانت گرنٿ ۾ ڇا آهي؟

هي گرنٿ وري ويچاري ٻوڪي آهي. هن جا ٻه ڀاڱا آهن. پهرئين ڀاڱي ۾ پرماتما، نام ۽ گورو انهن ويشن جي وياکيا ڪئي وئي آهي ۽ گور ٻاڻيءَ جا حوالا ڏئي مضمون کي صاف ڪيو ويو آهي.

سڀ پيچ ڪر پرميشور آهي؟ جي آهي ته ديال آهي يا ڪال آهي؟ پرميشور ڇا آهي؟ هو هڪ آهي يا انيڪ، جڙ آهي يا چيتن؟ مالڪ آهي ڇا ۽ اسانجو هن سان ڪهڙو تعلق آهي؟ هنجي حيثيت کي سمت ڪيتري قدر ٿا مڃين؟ ڇا اسين به انيڪ دوارن هنکي ڄاڻي سگهون ٿا؟ اهو ڪل مالڪ، سڀ جو سوامي، ڪٿي آهي؟ ان سان ميلاپ ڪيئن ٿي سگهندو؟ هن جي درشن ۽ سمرن جو ڦل ڇا آهي؟ هن پستڪ ۾ انهن سڀني سوالن جو اتر گور ٻاڻيءَ جي آڌار تي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

سنت مت جي سکيا ڏويتواد ۽ اڏويتواد کان نياري آهي. سڀ چون ٿا ته مالڪ آهي ته پوءِ انهيءَ کان پري ڪٿي باقي رهيو ڇا، جنهنکي اسين پنهنجو اشٽ ڪري مڃون. وحدانيت

مالڪ سيني جي اندر ساڳي سامگري رکي آهي ۽ انهيءَ ڪري مالڪ سان ميلاپ جو مارگ بہ هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي نام، شبد، باڻي، سرت، ڪلمي يا Word جو مارگ. هي سرت شبد يوگ جو مارگ آهي ۽ سيني جي اندر گهٽ آهي جنهنکي پرگهٽ ڪرڻ لاءِ گرو ۽ اڀياس جي ضرورت آهي. روحانيت جي روني ۽ باڻي آهي صرف نام يا شبد جنهنجي پراپتيءَ سان اندر جي سڀ ڳڪ ۽ ڀڙاس مٽجي سگهيٿي. هن پستڪ ۾ انهيءَ نام کي ڇنيءَ طرح کولي سمجهايو ويو آهي ۽ انجي وياکيا ڪئي وئي آهي. هي پستڪ پنهنجي ڍنگ جو هڪ نرالو ۽ انوکو گرنٿ آهي جو جگياسن، نام جي پياسن، ودوانن ۽ پرچارڪن لاءِ لاڀدائڪ ثابت ٿيندو.

هڏيمان پرش هرهڪ وستوءَ جي باري ۾ ڄاڻڻ چاهيندا آهن تہ "هي ڇا آهي؟ ائين ڇو آهي؟ ۽ اهو ڪيئن آهي؟" (Why and where fore) اهڙن جگياسن جي تسليءَ لاءِ هن پستڪ ۾ ڪوشش ڪئي وئي آهي. حيتوڻيڪ دراصل پرمستيہ لابيان آهي ۽ صرف انهيءَ دوارا ئي انکي سمجهي سگهجيٿو. هي من بڌيءَ جو مضمون نہ آهي ۽ اهڙا چيز صرف انڀويءَ مهان هستيءَ وٽان ملي سگهيٿي. جدهن پنهنجي اندر پرگهٽ ڪئي آهي. پن اڪرن ۾ ڪٽي ڇنجي تہ "گرو" ۽ "نام" جي اوٽ وٺو تہ سڀ پرمارٿي ڪارج سڌ ٿي ويندا. حي هڪ ئي اشاري ۾ پرمارٿ کي سمجهڻ لڳا چاهيو تہ بس ڪنهن سچي ڪماليءَ واري مهاتما وٽ وڃو ۽ سندس بتايل مارگ تي هلو. پر جي وستار سان سمجهڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ ڪنهن عامل باعمل اوتاس ڊرڏام بهتر ودوان جي سنگت ڪيو.

فائدو پهچايو آهي. پر اڄڪلهه جي وگياڻڪ طريقي سوچيندڙ جگياسن کي اهي پسنڪ گهٽ پسند اچن ٿا ڇاڪاڻ ته انهن ۾ باڻيءَ جي وياکيا ڪولي نه ڪئي وئي آهي. انهيءَ ڪري انهيءَ ڳالهه جي اهم ضرورت محسوس ڪئي وئي ته گورو گرنٿ صاحب جي خاص خاص وشين کي ترتيب مطابق ٿاهي پيش ڪجي مثال طور هر ڪنهن کي خبر آهي ته نام جو جاپ ڪرڻ لاڀدائڪ آهي. پر اهو سمجهڻ بلڪل ضروري آهي ته "نام" ڇا آهي ۽ "نام جو جپڻ" ڇا کي ٿو چئجي؟ اهو نام آهي ڪٿي ۽ حاصل ڪيئن ٿيندو؟ ظاهري بيشمار نامن جي حيثيت ڪهڙي آهي، انهيءَ اصلي نام کي ڇو جپڻ کپي ۽ انهيءَ جپڻ مان ڪهڙو ڦل ملندو؟ اهڙي طرح گورو گرنٿ صاحب ۾ ڪم آندل انيڪ لفظن جهڙوڪ شبد، انحد شبد، پنج شبد، باڻي، گور باڻي، ڪيرتن، گيان، امرت، گورو، گورديو، ستگور، سوامي، هرراء، ايڪنڪار، رام راء، ڪال، ڌرم راء وغيره کي لڳ ڀڳ سوا سو مختلف وشين مطابق ٿاهي گور باڻيءَ جي املهه وچارن کي ترتيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. هرهڪ باب کي شروع ڪرڻ کان اڳ انهيءَ جي مضمون تي گهرو وچار ڪري انهيءَ جي پرستاونا ڏني وئي آهي. جنهن ۾ گورو باڻيءَ جي اهڙ نقطن کي کولي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. انهيءَ سان گڏ مختلف ڌرمن ۽ ديشن جي مهاتمائن جا انهن وشين تي وچار به لکيا ويا آهن. انهيءَ لاءِ ته سنت مت ڪنهن خاص ذات يا ڌرم جو ورثو نه آهي بلڪ هي سڀني انسانن جو مشترڪ خزانو آهي ۽ سڀني مهاتمائن کي مالڪ جي ميلاپ جو جيڪو انڀو حاصل ٿيو سو به سڀني لاءِ هڪجهڙو آهي. پرماتما سڀني جو سانجهيو آهي ۽ انسان سڀ سمان آهن ۽ سڀدن حق ۾ ساڳيا آهن.

وٺي آهي، انهيءَ ڪري سنت مت جا اصول پوريءَ طرح سمجهه ۾ نٿا اچن. اهو ڪم نهايت اوکو هو ۽ انهيءَ جي ضرورت نه گهٽي هئي. واهگوروءَ جي اسم ڪرپا سان هي ڪم هٿ ۾ کنيو ويو ۽ هيءَ ٻهادي روپ ۾ اوهانجي اڳيان رکجي ٿو. ممڪن آهي تہ انهيءَ ۾ ڪئين خاميون رهجي ويون هجن جي اميد تہ آئينده ڇاپن ۾ سڌارون وينديون.

گورو گرنٿ صاحب ۾ امالهہ ٻاڻي ۽ سکيا جو ناياب خزانو ڀريل آهي. انهن نرمل روحاني گڻن ۽ پرمارٿي رازن جو ورلن آهي جي گورو صاحبن ۽ ٻين مهاپرشن جي تجربي ۾ آيا. ڇنڊي ڪٽي نہ هيءَ گرنٿ ئي اهڙا موتين جو هڪ پورو ساگر آهي ۽ جيڪي ٻڌي گورٻاڻيءَ جي اُپديش انوسار نہ ٿيون هلندا، انهن کي اوس اهي موتي هٿ لڳندا.

”رتنا رتن پدارٿ ٻهو ساگر ڀرپورا رام،
ٻاڻي گرٻاڻي لاڳي تن هٿ چڙهنا رام.“
(آسا محلا ۴، ۱۶-۴۴۲)

ٻاني گورداس جن فرمائين ٿا تہ جهڙي طرح سڀ پدارٿ سمنڊ ۾ موجود آهن ۽ ان مان هنس کي موتي ملن ٿا. اهڙيءَ طرح گورٻاڻيءَ ۾ بہ سڀني قسمن جا خزانا آهن ۽ جيڪو انهيءَ جي گهرائيءَ ۾ ويندو تہ ٽُٻي هڻي اوس پرمارٿي موتي ملندا.

”جيسي لو سڪل ندي پورن سمند ۾ ٻکي،
هنس مر جيو سڃي پرساد پاري؛
ليسي گوربانِي اڪي سگل پدارٿ هئه،
جوني جوني ڪوجي سو ٿي سوٽي پجاوني.“
(ڪبت ۵۴۶)

پر انهن روحاني رتن کي ٻاهر ڪڍڻ پورن روحاني رهبر جي ضرورت آهي. هيلتائين انهيءَ مقصد کي پوري ڪرڻ لاءِ ڪئين ڪوشش ڪيا ويا آهن. جن جگياسن کي

# گورمت سنانت پستڪ لکڻ جو
# مقصد ۽ ضرورت

هن پستڪ ۾ پرمارٿ جي اٽل سچاين جو ذڪر آهي نه ڪي ڪنهن خاص ڌرم جي سڌانتن جو واد وواد. هتي انهن واقعن ۽ سچاين کي پيش ڪيو ويو آهي، جن جو سنتن مهاتمائن انڀو ڪيو ۽ جنهن اڄ به اسين تجربو ڪري سگهون ٿا ۽ جن شش اهڙن پهتل مهاتمائن کان جڳتي وٺي اپياس ڪيو آهي، به پنهنجي تجربي ذريعي انهيءَ نتيجي تي پهتا ته سنتن جي سکيا سوفي صدي ٺيڪ آهي. جهڙي طرح سائنس جو تجربو ڪيتو اهڙيءَ طرح هي روحاني تجربو ڪي سگهيتو. هيءَ به سنتن جي آتمڪ سائنس آهي جا انسان کي پنهنجي اپائٽهار سان ملائيتي ۽ لوڪ پرلوڪ جي دکن کي دور ڪرڻتي.

هن پستڪ ۾ دنيوي علم، اخلاق يا ڌرمي سڌانتن جو زياده ذڪر ڪونه ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته انهن وشين تي اڳيئي ڪيئين ڪتاب لکيا ويا آهن. هتي صرف آتما پرماتما ۽ آتمڪ جيون جو اُليک ڪيو ويو آهي ۽ خاص ڪري انهن جگياسين جي لاءِ آهي جنکي پنهنجي آتمڪ اُنتيءَ جي چنتا ۽ مالڪ سان ملڻ جي سچي تڙپ آهي. آتمڪ جيون لکڻ پڙهڻ جو مضمون ناهي، هيءُ هڪ ذاتي تجربي جي چيز آهي. مالڪ جو مشاهدو، مذهبي گرنٿن ۽ شريعتن کان اوچو ۽ نيارو آهي ۽ جپ تپ، پوجا پاٺ، ۽ پڃن ڪيرتن جو سار آهي. دراصل اهو هڪ ذاتي تجربو آهي.

گورو گرنٿ صاحب ۾ شبدن جي تفصيل ۽ ترتيب راڳن جي مطابق رکيل آهي پر پرماتما جا آهي، ڪيئن پراپت ٿئيتو، انهن وشين تي پاٽي هڪ هنڌ ڪني ڪري لکي ته

آلما جي زبان سان سمرڻ ۽ آلما جي نيتر سان ڌيان ڪرڻ سيکارين ٿا. ڀهوي ساڌن دوارا من ڪنهن حد تائين اسٿر ٿئيٿو. انهيءَ ڪاڻ آلما جي ڪنن سان انهيءَ ڌن يا شبد کي ٻڌڻو پوندو جو هرهڪ قوم ۽ ملڪ جي انسان اندر هردم گونجندي رهندو آهي. انهيءَ ساڌن سان من بلڪل اسٿر ٿي وڃيٿو.

آلما ۽ شبد ٻئي همجنس آهن. انهيءَ ڪري انهن جو پاڻ ۾ گهرو تعلق آهي. مالڪ روپي درياءَ جي شبد روپي لهر آلما روپي قطري کي پنهنجي ڪشش دوارا پاڻ ۾ جذب ڪيو ڇڏي. آلما جي لوڙهن ليءِ ڪارڻ من جو آلما جي ڪارڻ تي ڇڙهن آهي، آلما ڪان ستا وٺي اٿو سگهي ۽ انهيءَ ڪري بلڪل اسٿر ليو پوي. اهي نيٺي ساڌن ستگورو ٿام دان ڏيڻ وقت پنهنجي شش کي کولي سمجهائيندو آهي.

سمرڻ دوارا ٿهليل آلما پنهنجي مرڪز ٽي، جو ٻهوي اکين جي ٻرڪان آهي سميٽجي اچو ڪلي ٿئي. پوءِ شبد ڌن جي سهاري درجي بدرجي وڪاس ڪندي پنهنجي نج ڌام ۾ وڃڻ ٻهڄي جو اشبد آهي ۽ جتان ني شبد ڌن اصل ۾ نڪتي آهي ۽ جتي ٻهڄي آلما ڪسي سچي مکتي پراپت ٿئي ٿي.

جسماني، دماغي ۽ روحاني طور پورن ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ انسان جو مکيه مقصد آهي. انهيءَ لاءِ اسانکي ڪجهه ته پنهنجي شخصي قابليت ۽ ڪجهه ٻاهرين مدد مان فائدو وٺڻو پوندو. رواجي طرح ميوي دار وڻ ڇهن پنجن سالن ۾ ڦل ڏيندا آهن پر سائنس جي طريقي خاص خوراڪ ڏيڻ سان هو ان ٽن سالن ۾ ڦل ڏين ٿا. جيڪڏهن جڙ پدارٿ ٻاهرين سهايتا جي ڪري جلدي ڦل ڏيئي سگهن ٿا ته انسان جو ڇيتن آهي ڪنهن ڪامل فقير جي مدد وٺي پنهنجي اصلي مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ جلدي ڪامياب ٿي سگهيو. انهيءَ ڪري سنت مهاتما انهيءَ ڳالهه تي خاص زور ڏين ٿا ته ڪنهن اهڙي روحاني رهبر جي شيرا ڪيو جو نه صرف آتمڪ گيان جي علمي واقفيت رکندڙ هجي بلڪ جنهن ڪمائي ڪري پنهنجي آتما کي پرماتما سان جوڙيو هجي.

شرير ۽ من تي زندگيءَ جي سامان ۽ آسپاس جي حالتن جو ڀاري اثر پوندو. انهيءَ ڪري ساتوڪ ڀوڄن ورتڻ، دنيوي پدارٿن کي ڪيول گذاري ڪرڻ واسطي استعمال ڪرڻ ۽ من کي اجائي ڦهلجڻ کان روڪڻ جي هدايت ڪئي ويندي آهي. جيڪو ستسنگي انهن اصولن کي ڌارڻ ڪريندو، انهن کي روحاني وڪاس واسطي ٽن سادنن جي سکيا ڏني ويندي آهي جي آهن (١) سمرن (٢) ڌيان (٣) ڌُن يا شبد جو ابياس.

اسانجو من دنيوي سمرن ۽ ڌيان ۾ غلطان آهي ۽ جڏهن اسين من کي انترمک ڪرڻ جي ڪوشش ٿا ڪيون ته سنساري پدارٿن، يارن دوستن، ۽ گهر ٻار جو خيال ۽ ڌيان اچي اسانجي اڳيان رڪاوٽ وجهي. انهن خيالن کي هٽائي پريوءَ سان جڙڻ لاءِ سادڪ کي مالڪ جي منتري نامن جي سمرن ۽ روپ جي ڌيان جو سادن ڪرڻو پوندو. سنت اسانکي

"رمڻ رام جڳ مون نسواري،
اچرڻ رام پي پسار اڻاري." 
(گوتلا مجلد ۵، ۷-۸٦٥)

## سنتن جي سکيا جا ٽي ساڌن

انسان ٽن پدارٿن جو مرکب آهي. پهريون اسٿول پدارٿ جنهن مان شرير ٺهيو آهي. ٻيو سوکيم جنهن مان من جي رچنا ٿي آهي ۽ ٽيون روح جو انسان جي جان آهي. اوّلاً شرير ۽ من ٻنهي جو آڌار آهي. پهريان ٻه پدارٿ ناسونت آهن پر آتما امر آهي ۽ ناش جي دائري کان ٻاهر آهي. جهڙي طرح شرير کي آتما جيون پردان ڪري ٿي، اهڙي طرح ساري سنسار کي ستا ڏيڻ وارو پرماتما آهي.

"اِهُ جگ سچي کي هي ڪوٺڙي،
سچي ڪا وچ واس." 
(آسا وار مجلد ۲، ۱۳-۴٦٣)

آتما ۽ پرماتما جو ٻاهر ۾ انس ۽ ڪُل جو رشتو آهي. ٻنهي جو جوهر ساڳيو آهي. انهيءَ ڪري برهمانڊ جو نمونو آهي پنڊ يعني شرير.

"جو برهمنڊي سوئي پنڊي،
جو کوجي سو پاوي." 
(ڌناسري پيپا ۱۵-٦٩٥)

"جو برهمنڊ کنڊ سو جاڻهو،
گرمک بوجهو شبد پڇاڻهو." 
(مارو مجلد ۱، ۱۱-۱۰۴۱)

مسلمان فقيرن به عالم صغير يعني شرير کي، عالم ڪبير (برهمانڊ) جو نمونو ڪري بيان ڪيو آهي.

”گروُ جنا کا آنڌلا، چيلي ناهي نسناءُ؛
بن ستگر ناءُ نہ پائيٿي، ان ناويءِ ڪيا سناءُ.“
(سري راڳ محلہ ١، ٣-٥٨)

(٣) ستنام:-

ستنام سچي مالڪ جو نام آهي جو ڪيڏين برهمنڊن جو آسرو آهي ۽ هر هڪ جي اندر پيو گونجي. اهو ڌن آتمڪ نام آهي جنهنجي ڌن گهٽ گهٽ ۾ پيئي گونجار ڪري. اهو نام آهي مالڪ سان ملائڻ جي هڪ ڏوري. ڪبير صاحب فرمائين ٿا، ”رام نام نج سار آهي ۽ انهيءَ رام نام ڪانسواءِ ٻيو سڀ فنا آهي. انهيڪري رام جو سمرن ڪريو، ڪال سر تي بيٺو آهي ۽ خبر نہ آهي تہ ڪنهن وقت اچي پڪڙي.“ پر رام جو ارٿ، رام اوتار ڪونهي. اها هڪ شڪتي آهي جا سڀني ۾ رمي رهي آهي. انهيءَ رام نام جي لاءِ چون ۽ زبان کي هلائڻ جي ضرورت ڪانهي ڇاڪاڻ تہ اهو نام گپت ۽ باطني آهي.

”رام نام هئہ نج سار، اور سڀ جوت سڪل سنسار.“
”سمرن ڪرو سو رام ڪو، ڪال گهي هين ڪيس؛
نہ جانون ڪب مارسي، ڪيا گهر ڪيا پردیس.“
(ڪبير صاحب)

”سو جاني جنهي مين هي جدائون،
بانهہ پڪڙ لي ڪي لي آئون،
سهج جاپ ڌن آپي هوني،
سند هي اسوجهي ورلا ڪوني.“

”رڳ رڳ بولي رام جي روم روم راڪار،
سهجي ڌن لاڳي رهي سوئي سمرن سار،
اوٺ، ڪنٺ، هالي نهين جيپا نهين اچار،
گپت بست ڪو سولکي سوئي هنس همار.“
(ڪبير صاحب)

ظاهري آهي وچن إنساني گلي مان نڪرندا نظر اچن ٿا. ليڪن درحقيقت اهو خدا جو ڪلام آهي.

"گفته او گفته الله بود،
گرچه از حلقوم عبدالله بود."

اهڙي مهاتما جي أپديش مان نـي ماڻهن کي صرف روحاني لاڀ لٿو پهچي بلڪ هنجي سنگت روحاني زندگي ڏيندڙ، جاڳرتي پيدا ڪندڙ ۽ آتمڪ رنگ چاڙهيندڙ ٿئي ٿي. هنجي صحبت ۾ رهڻ آهي آتمڪ رس کي ٻان ڪرڻ. هنجي پرستا ٿن من ۽ آتما کي باغ باغ ڪري ٿي ڇڏي، هو پنهنجي هڪ درشٽيءَ، وچن ۽ لوچ سان اسانجي اندر روحاني لهرون اُٿن ڪري سگهيٿو. هو پنهنجي شش کي هڪ لئين زندگيءَ جي دولت نقدونقد ڏئي سگهيٿو. اهڙو مهاپرش آهي زندگيءَ جو آن ۽ جل جنهنکي ستسنگي کائي بي ترپت ٿي پوپٿو. پر انهيءَ ان جل کي صرف ڪو بکيو پياسو گرهڻ ڪري سگهيٿو.

"I am the bread of life" (Christ)

هو آهي آتمڪ أپديش جو سهاونو چشمو جنهن مان شش پنهنجي گرهڻ شڪتي انوسار لاڀ وٺي سگهيٿو. گورو آدرشي إنسان آهي هنجو شريـر هڪ ساڌن آهي جنهن دوارا پرماتما پنهنجو ڪارج ڪريٿو. گورو هٺ ڪين پورو ٿڌهن وجي شيوڪ جو ڪر واس ليندو. اڳياڻي ۽ اَڏوري گوروءَ وٽان آتمڪ ڏن ملي نه سگهندو.

"جان ڪا گورو هٿ آندلا چيلا کها ڪراء،
انڌي الـڌا ٺيليا دونـو ڪوپ پڙاء."
(ڪبير صاحب)

"ستگر ٻاجهہ سگت نہ هوئي."
(مارو محلہ ١، ١٥-١٠٦٨)
"ستگر بن ناهي دربار."
(گونڊ ڪبير ١٥-٨٧٢)

سرت يعني آتما کي شبد يا نام سان جوڙڻ آهي اندروني ستسنگ.

(٢) ستگورو:-

سنت ستگورو انساني جامي ۾ پرماتما جو روپ آهي جنهن جي اندر پرم ستيہ جو پرڪاش پرگهٽ آهي ۽ جو انهيءَ ستيہ ۾ لولين ٿي چڪو آهي. هو مالڪ سان ملي صحيح معنيٰ ۾ زنده ٿيو آهي. هو هڪ اُچي ٻولر هستي آهي ۽ پرميشور جو ڏاهو سروپ آهي. سنت ستگورو گيان جو ڀنڊار ۽ ايڪتيءَ جو چشمو آهي. هو سنسار جي ڀليل انسان کي ايشوري راهہ تي آڻي سچکنڊ پهچائڻ جي شڪتي رکيتو. هو انساني پرماتما (GOD-MAN) آهي. ڌرم پستڪ اسانکي مالڪ سان ملائڻ ۾ اسمرٿ آهن. روحاني تعليم سيکاري نہ ويندي آهي جهٽي ويندي آهي.

Spirituality can not be taught but caught.

زنده ڪير آهي؟ گورباڻيءَ ۾ اُپديش آهي تہ صرف اهو، جنهنجي اندر مالڪ وسي رهيو آهي.

"سو جيوتا جس من وسنا سوہ،
نانڪ اُور نہ جيوي ڪوہ."
(مانجهہ وار محلہ ١، ٩-١٤٢)

هو پرماتما + انسان آهي ۽ هنجي مک دوارن ٿي پرماتما ٻولي ٿو. هنجو وچن آهي پرماتما جو وچن.

"پرڀ جي بسهہ سادڪي رسنا."
(گوڙي سکمني محلہ ٥، ٤-٢٦٣)

## سنتن جي سکيا جا ٽي بنيادي سڌانت

روحانيت کي حاصل ڪرڻ لاءِ ستسنگ، ستگورو، ستنام يا شبد، انهن ٽن جي ضرورت آهي.

### (ا) ستسنگ:-

ست جي معنيٰ آهي "جاڳرت" ۽ سنگ جو ارٿ آهي "جڙڻ" يعني جاڳرت پرش جي ستسنگ ڪي لي ستسنگ چئبو آ. جتي اهڙو مها پرش اڌيالمڪ سکيا ڏئي لوالي وچڻ سان ٽي روحاني رنگ چڙهي ٿو. جيڪڏهن پاڻيءَ جي اهو پرسان وهڻ سان لڳڪار ۽ ياھ جي پرسان وهڻ سان گرمي محسوس ٿئي ٿي ته پوءِ روحاني شهنشاهن وٽ وهڻ سان انهن جو رنگ ڪيئن نه چڙهندو؟ مالڪ جي رهڻ جو اصلي استان اهو آهي جتي سندس پيارا پڳيت رهندا.

"من ميرا پنڇي ڀيا، چڙهه ڪر اُڙا آڪاس،
سوڳ لوڪ خالي پڙا، صاحب سنتن پاس."
(ڪبير صاحب)

"مل سٽ سنگت ڪوچ دسائي،
وچ سنگت هر پرڀ وسي جيءُ."
(مانجهه محلا ۴، ۱۳-۹۴)

ستسنگ ۾ صرف نام جو ٿي اُپديش ڏنو ويندو.

"سٽ سنگت ڪيسي جاڻيئي،
جتي ايڪو نام وکاڻيئي."
(سري راڳ محلا ۱، ۱-۷۲)

ستسنگ ان قسمن جو ٿيندو آهي. هڪڙو ٻاهريون ٻيو اندريون. ٻاهريون ستسنگ آهي ستگورو جي صحبت.

صرف مٺائيءَ جو ذڪر ڪرڻ آهي، مٺائي کائڻ ڪا ٻي ڳالھه آهي. جيڪڏهن ڪو آدمي سؤ سال ٻه "سيرو، سيرو" چوندو رهي يا انهيءَ جي سامگري، کنڊ، گيھه ۽ سوڄي وغيره جي انداز تي ويچار ڪندو رهي ته به هن کي نه سيري جو سواد ايندو ۽ نه سندس پيٽ ڀربو.

"حلوه حلوه گر بگوي صد سال،
از گفتن حلوه نه شود شيرين کام."

ڀائي گورداس صاحب جن ٻه انهيءَ وشيه جي باري ۾ فرمائين ٿا ته:-

"کانڊ کانڊ ڪهه جيڀا نه سواد مٺو آوي،
اگن اگن ڪهه ڪهو سيت نه بناس هي،
بيد بيد ڪهو روگ مٽت نه ڪاهون ڪو،
درب درب ڪهي ڪوئو دراي نه بلاس هي،
چندن چندن ڪهه ٿوت نه سباس باس،
چند چند ڪهه اجيارو نه پرڪاش هي،
تيسو گيان گوشٽ ڪهت نه رهت پاوي،
ڪرني پرڌان ڀان اڌت آڪاس هي."
(ڪبت سوي ۴۵۲)

" پاڻ پڙهو آر پيد پيچارڻ، نڙول پيغمبر سادي ۽
پنج جيا سڀ سنگ ته چڪيو، آڌڪ اُهيڻ ٻاڌي."
(سورٺ محل ٥، ١٧-٦٤١)

حافظ صاحب جن ته اهڙي قدر فرمائين ٿا ته جيستائين تون علم ۽ عقل جي ٿهلاڙ ۾ ڦاٿل رهندين ٿبستائين تون پرماما کان نا واقف رهندين. لوکي هڪڙو ئي نقطو تو پڌايان ته تون پنهنجي پاڻ (اهم) کان متي اُٿ ته تنهنجي مڪتي لئي.

" تا فضل و عالم بسي ني معرفت نشيني،
يڪ نقطه ات بگويم خود را مبين ڪه رستي."

ڪنهن مقصد کي ڌيان سان سوچڻ کانپوءِ، انهيءَ جي حاصل ڪرڻ ۾ دل و جان سان لڳي وڃ. اُپنشد ۾ لکيل آهي ته جڏهن من ۽ پڌي اسٿر ٿين ٿا تڏهن ئي آتما جو پرڪاش نظر اچيتو. ودیا برهمڻ جي لاءِ گلي جو هڪ قيمتي هار آهي ليڪن شرڌا جي پوچارين جي سر مٿان هڪ ٻوجو آهي.

" علمهائي اهلِ دل حمال سان،
علمهائي اهلِ تن احمال شان."

برهدارڻيڪ اپنشد ۾ لکيل آهي، " جيڪي ماڻهو اي علميءَ ۾ غلطان آهن سي سمجهو گهور انڌيري ۾ آهن پر جيڪي علم ۾ مگن آهن سي پاڻ انهن کان وڌيڪ انڌيري ۾ آهن."

انهيءَ ڪري سنت مهاتما هميشه عملي زندگيءَ تي سڀ کان وڌيڪ زور ڏين ٿا. هنجي نظر ۾ صرف ڪتابي علم يا ڪوڙ گيان جي ڪا قيمت ڪانهي. ستي ستالي يا ڪتابي علم جي فضول وهمن يا گرما گرم وعظ ڪرڻ سان ڪو روحاني آمدگ نٿا اُلن. ٻولين جو پڙهڻ يا ليڪچر ڏيڻ

گورک ڏ نڏي ۾ لڳي اصليت کي وڃائي ٿو وهي. جيستائين اسانجي آتما شبد يا کل مالڪ کي نٿي پڇاڻي تيستائين سمجهو اسانجي حالت چنڊول پکيءَ جهڙي آهي جو جيڪا ٻولي ٻڌي ٿو انجو نقل ڪري سگهيتو.

”چار اٺاره نو پڙهي، کٽ پڙهه کوبا مؤل،
سرت شبد چينهي بنا، جيون پڇي چنڊول.“
(تلسي صاحب)

ڪتابي علم ۽ ان جي پاڇ گهڙ بيڪار عقل جو ڦهلاءُ آهي ۽ سر لي عذابن جو بوجو آهي. انهيءَ لئبي چوڙي حساب کي ڇڏي حقيقت جي نقطي کي پڪڙ ڏ تنهنجو ڪلياڻ ٿئي.

”ڪيون پڙهيا اين گڏ ڪتابان دي،
سر چائيا پري عذابان دي؛
پڙهه نقط ڇوڙ حسابان نون،
ڪر دور ڪفر ديان بابان نون.“
(الي شاه)

گور باڻيءَ (گرنت صاحب) جو اُپديش آهي تہ پڙهڻ لکڻ ۽ سوچڻ لاءِ ڀلي ڪٽي گاڏين جون گاڏيون ڪتابن سان ڀري سالن جا سال سڄي عمر هڪ سواس سواس ۾ پڙهي، پر هڪ ئي ڳالهہ يعني مالڪ سان ميلاپ فائدي مند ثابت ٿيندو. باقي بيو سڀ فضول آهي. انهن جي پڙهڻ سان ڪام ڪروڌ پيچو نہ ڇڏيندا.

”پڙهه پڙهه گڏي لديئهہ، پڙهه پڙهه ڀريئهہ سات؛
پڙهه پڙهه ٻيڙي پائيئهہ، پڙهه پڙهه گڏيئهہ کات؛
پڙئيهہ جيتي ورس ورس، پڙئيهہ جيتي ماس؛
پڙئيهہ جيتي آرجا، پڙئيهہ جيتي ساس؛
نانڪ ليکي اڪ گل، هؤر هؤمي جهکتا جهاک.“
(آسا وار محلا ١، ١٢-٤٦٧)

انسان ڇيتن آهي پر ٻوليون ڄيتن نه آهن. انسان کي گيان آهي ۽ هو باخبر آهي ته هنکي گيان آهي پر ٻولين کي ٻنهجي اگيان جي ٻوجهه ڪانهي. انسان آگر ٻيڇر سوچي سگهيٿو ليڪن گرنٿ ٻوليون نه.

جيستائين اسانکي ٻنهجي اندر جي سڌ لڳي ٻوي ليستائين اسين بلڪل اگيان جي اندهري ۾ رهون ٿا. ڪتابي علم ٻاڻ هڪ ٻوج جو باعث ٻڻجو ٻوي چاڪاڻ ته انهيءَ ڪارڻ من ۽ عقل جو ڦهلاءُ ٿيو ٻوي. صرف اهوئي علم جنهن ذريعي اسانکي ٻنهجي اصليت حاصل لڳي، تنهيءَ جو باعث ئي سگهيٿو. جنهنجو هڪرار دل جو گرنٿ کلي ٻيو تنهنکي ٻوه ٻئي ڪنهن به گرنٿ جي ضرورت ڪانه رهي. جيڪا دل مالڪ جي ياد ۾ گلن وانگر ٽڙي سگهندي تنهنکي تنهنکي ظاهري علم جي ڪابه ضرورت ڪانهي.

"صد ڪتاب و صد ورق درنار ڪن،
دل ٻاڻ حق چون گلزار ڪن."

اپنشد ۾ لکيل آهي ته آتم گيان نه ويدن ۽ شاسترن جي پڙهڻ سان حاصل ٿيندو ۽ نه اهن کي گهڻي ٻڌڻ سان چاڪاڻ ته اهو گيان من ۽ علم جي ذريعي پراپت نه ٿي سگهندو. هي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جو مضمون نه آهي. انهيءَ جو تعلق محض تجربي سان آهي.

رگ ويد جي پوئين ڀاڱي جي ١٦٤ سوڪر جي ٣٩ منتر ۾ شويتا شوتر اپنشد جي چوٿين ادياءُ جي اٺين سلوڪ ۾ لکيل آهي، "جو انسان انهيءَ ابناسي پرم آڪاش يعني پرماتما، جو سيني ويدن جو اڪش آهي ۽ جنهن ۾ سڀ ديوتائون سمايل آهن، کي ڏٺائي ٿو ۽ شانت چت رهي ٿو سو ويدن کي ڇا ڪندو!" جو انسان چار ويد، ارڙهن پراڻ، ٿو وياڪرڻ ۽ ڇهه شاستر پڙهي ٿو سو عقل ۽ ٻڌيءَ جي

طريقو ٻڌائين ٿا. ٻر اهي سڀ ٽڪي اسانکي اندر ٿا وٺي وڃي سگهن ۽ ٽڪي مالڪ سان ملائي ٿا سگهن. اسين دنيا جا جيو صرف انهن گرنٿن ٻولين ٻر ئي الجهيل رهون ٿا ۽ انهن جي ٽيڪ پڪڙي انهن جا قيدي بڻجي پئون ٿا، جيستائين ڪو ڪامل فقير نٿو ملي ٽيستائين موڪش جو ڪو سادن نٿو لڀجي.

"لب ٽـسي جيو پڙهيا سنساري،
ڇوٽي نہ گرنٿ نہ هوئي سڪاري،
شرڌي ٻـران اهہ ڪهيئہ اپائي،
ڇوٽي نہ اڌڪ ارجهائي."

(تلسي راماڻ اترڪانڊ ۳-۱۱۶)

انسان سڀ کان ٻـراڻو آهي. سڀ ڌرم پستڪ ۽ سڀ ڌرم پوءِ ٿيا. ڪٿين آيا ۽ ڪٿين ويا پر انسان انهن سيني کان اڳـير هو. سڀ ڌرم انسان لاءِ آهن نہ ڪ انسان ڌرم لاءِ. سڀ گرنٿ انسان مان ئي پيدا ٿيا پر اصلي راز انسان جي اندر آهي. گرنٿن ۾ صرف انهيءَ راز جو ذڪر آهي، راز ڪونهي. انهيءَ راز کي پائڻ لاءِ ڪنهن مهاتما کان راهہ وٺي پنهنجي اندر داخل ٿيڻو پوندو.

انسان پنهنجي عقل ٻـڌيءَ جي آسري گرنٿ پوٿيون پڙهي ٿو ۽ پـرمـتيہ جي ٻاري ۾ وياکيا بہ ڪري ٿو ليڪن اصليت کان محروم رهجي وڃي ٿو.

"سمرت شاستر پڙهہ پراڻـا،
واد وڪاٿهہ تت نـہ جـاڻـا،
وڻ گـر پوري تت نہ پائيئي،
سچ سـوُڇي سچ راهاهي."

(مارو محلہ ۱، ۱۳-۱۰۳۲)

## ايراوديا ۽ الجي حيثيت

گرنٿ اولين ۾ مهاتمائن جي روحاني معدن جي سارا جو احوال ۽ ذاتي تجربن جو ذڪر آهي. جيڪي ڪم ڪمن ذاتي ۽ اساتذي هدايت واسطي ڪمن لکيو. اساتذي دلين ۾ انهن مهاتمائن لاءِ عزت آهي. سندن گرنٿ کي پڙهي اساتذي اندر ڪيهن حد تائين روحانيت جو شوق ۽ مالڪ سان ملڻ جو اُمنگ پيدا ٿيندو. گرنٿ جو مقصد صرف اعولي آهي ته هو انسان ۾ دل جي گرنٿ کي کولڻ جو شوق پيدا ڪري. انهن جي ذريعي اسين مهاتمائن جي روحاني ويچارن کي سمجهي سگهون ٿا ۽ سندن تجربن مان فائدو وٺي سگهون ٿا. موجوده مهاتما جي هدايت انوسار سندن تجربن کي پنهنجي انهي جي دائري اندر آڻڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا.

روحاني وچن ۾ سڀ کان وڌيڪ اهم وچن آهن جي پرماتما ڪيهن سڌو مهاتما جي وسيلا ڏوارا چوايا آهن. اهڙن سنتن جو وچن پرماتما جو وچن هوندو آهي ڇاهي ظاهري ڪٿي اهو وچن انساني وسيلا مان اچي ٿو اچيتو. اهڙا ڪامل پرش دل عقل جي حدن اندر رهي ٿا ٿاڪهائين.

”گفته او گفته الله بود،
گرچه از حلقوم عبدالله بود.“

”جتي مڃ آوي خصم کي باڻي،
تيسڙا ڪري گيان وي لعلو.“

(تلنگ محلا ۱، ۱۵-۷۲۳)

اهڙا انهي وچن پرمارٿي جگياسو واسطي هيرن جواهرن کان به وڌيڪ قيمتي آهن. انهن کانسواءِ ٻي سڀ باڻي ڪچي آهي. اهي ڪامل سنتن جا ڪلام انسان کي صرف پنهنجي اندر جهاتي پائي پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ مالڪ سان ملڻ جو

جي چالاڪين کان دور رهو. ظاهري وديا ۽ روحاني وديا ۾ اهو ئي فرق آهي ته، هڪ جو زور رڳائي جمع خرچ تي ته، ملڪ اڀياس تي آهي ۽ ٻئي جو نقد ڌرم جي تاڪيد تي ڪري. پهريون صرف ڪتابي علم آهي جنهنکي دراصل ڌرم چئي نٿو سگهجي چاڪاڻ ته پڙهي ڪٿي ڪو ڪيترو به عالم فاضل ڇو نه هجي پر سندس زندگي نٿي بدلجي. جنهنجي به آتمڪ اُنتي ٿي ته صرف عمل ڪرڻ سان ۽ ڪمائي ڪرڻ سان.

"ته ڪرني ڪا ڀيد هئه، ناهين بدهي وچار،
ڪٿني تج ڪرني ڪرو، تو ڪڇ پاوءِ سار."
(ڪبير صاحب)

منڊڪ اُپنشد ۾ لکيل آهي ته شونڪ نالي هڪ گرهستي ڀاردواج رشيءَ وٽ ويو ۽ پڇيائين، "مهاراج! اها ڪهڙي وديا آهي جنهنجي پراپت ڪرڻ سان سڀ ڪنهن ڳالهه جي ڄاڻ حاصل ٿيندي." رشيءَ وراڻيو، "برهم گياني چون ٿا ته وديا ٻن قسمن جي آهي، هڪ "پرا" ۽ "اپرا". اپرا وديا ۾ رگ ويد، يجر ويد، سام ويد، اٿرو ويد، سکيا، ڪلپ، وياڪرڻ، نرڪت، ڇند ۽ جوتش شامل آهن. انهن دوارا برهم جو درشن نٿو ٿئي. پرا وديا اها آهي جنهن دوارا اوناسي برهم جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ اها هڪ ڪمائيءَ جي چيز آهي." ويد شاستر ۽ ٻيا ڌرم پستڪ سڀ اپرا وديا ۾ اچي وڃن ٿا ۽ انهيءَ کي ڪتابي علم چئجي ٿو. سنتن جي سکيا سيدي جو علم آهي، جو روحاني آهي ۽ پرا وديا ڪوٺجي ٿو.

فرمائين ٿا ته باهرين جزن جو گيان ناداني آهي ۽ جيڪي ڪجهه ظاهري طور ڏسون ٿا سو سڀ حيراني آهي .

” آنچ ميداني هم ناداني است ،
آنچ مي بيني هم حيراني است . “

عالم ۽ فاضل پراوديا جي ڄاڻن کي نادان سمجهن ٿا ڇاڪاڻ ته هنن جي ڪوتاهه نظر هن اپرا وديا کان پري نٿي وڃي .

” رواروون عالمانِ عمل باطن فهم ،
عالمان علمِ ظاهري جاهل . “

(سار اچن ، سوامي جي)

سائنس پدارٿن جو ظاهري تعلق ٻڌائي ٿي ، پر انهن کي ٻڌائڻ واري هستيءَ کان بلڪل بيخبر آهي . صرف ظاهري گيان اسانجي زندگيءَ کي روشن نٿو بنائي سگهي . ڄاڻڻ کي ڄاڻڻ ۽ انهيءَ کي قائم رکڻ واري ڪل مالڪ جي هستيءَ کي ڄاڻڻ گيان آهي . انهيءَ ڄاڻ يا گيان پر ئي آتما جو ڪلياڻ آهي . سنتن ڏوم پستڪن جي پڙهڻ ۽ وچارڻ کي گيان نه سڏيو آهي . سمعه سنتي جو علم آهي . هي ڪتابي علم آهي . اهو علم پڙهي به پڙهي گورو ۽ شش جي درميان هلندو آيو آهي . انهيءَ وديا کي پراوديا چئجي ٿو ۽ اها ظاهري وديا جي محتاج ناهي بلڪ قدرتي آهي . انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته ڪن ڪن انهيءَ وديا کي لکي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ليڪن اها ڪوشش هميشه اڌوري رهي آهي . ڇاڪاڻ ته پراوديا قلمبند ٿي نٿي سگهي ۽ اڪو هن جڳ سنسار ۾ انجو ڪو نمونو موجود آهي . سنتن جي سکيا سدائين اهائي رهي آهي ته عمل ڪمو ، ڪرڻي ڪيو ۽ زباني جمع خرچ ، بحث مباحثه ۽ عقل

# سچو ڌرم (سنت مت) علمِ سينہ يعني پرا وديا آهي

هڪ انسان ٻن والن تائين رستو ڏسي سگهيتو ۽ ٻيو ٻنهي جهانن جي مالڪ کي ڏسي ٿو. انهن ٻنهي ۾ نهايت گهڻو فرق آهي. تون اهڙي سورمي جي تلاش ڪر جيڪو توکي ايشوري گيت پيد ڀرگهٽ ڪري ڏيکاري.

"يڪ نظر دو گـز همي بيند ز راه،
يڪ نظر دو ڪون ديد او روئي شاه.
درميان ايـن دو فـرقِ بي شمار،
سرمائي جـو دانه علـمِ بـا اسرار."
(مولانا روم)

هيءُ علم سينہ آهي نہ ڪ سفينہ (ڪتابي علم). سائنس پلي ڪٽي ڪيتري ۾ ترقي ڪري پر اها سپ وديا آهي، پرا وديا نہ. وديا ۽ علم صرف اسانکي ڪائنات بابت روشني ڏيئيتو ليڪن پـرا وديا علم العلم اسانجي جسم ۽ روح کي منور ڪريٿو. سائنس آهي نظر ايندڙ چيزن جو گيان. سائنس جي قانونن جي ڄاڻ دواران اسين پرڪرتيءَ تي حڪومت ڪري سگهون ٿا. پر جيستائين اسين پراوديا جو سبق نہ پڙهنداسين تيستائين اسانکي پنهنجي انتر آتما جي ڪا بہ سوجهي نہ پوندي. پلي ڪٽي هزارن سج ۽ چنڊ چڙهن پر جي اسانجي اک ۾ آتما جي ڪرڻ نہ هوندي تہ چئني پاسي گهور انڌيرو نظر ايندو. جيستائين اسين پنهنجو پاڻکي نہ ڄاڻنداسين تيستائين سپ ڪجهہ ڄاڻندي بہ اگياني رهنداسين. ظاهري علم اسانجي سمجهہ بوجهہ وڌائڻ ۾ ڪارگر آهي. پر انهيءَ دواران اسانجي اصلي زندگي ۽ انهيءَ جي مقصد جي ڪڏهن بہ پراپتي نہ ٿي سگهندي. بوعلي قلندر صاحب

”لن. چو مشڪ ڪاهه دان،
در زبر او دريائي جان،
گرچ زبيرون ذره،
صد آفتابي از درون.“

(شمس تبريز)

گروو نا انسان پنهنجي اندر جي ڪيفيت سمجهي نه سگهندو. انساني وجود ساري برهمانڊ جو نمونو ۽ نشو آهي.

”جو برهمنڊي سوئي پنڊي،
جو ڪوجي سو پاوي.“

(ڌناسري پيرا جي ١٥-٦٩٥)

هن شرير ۾ ئي سڀ خزانا موجود آهن ۽ جو ٻاهر ڪوجي لو سو ڀوم ۾ ڀليل آهي.

”سڀ ڪڇ گهر مهه ٻاهر ناهي،
ٻاهر ٽولي سو ڀرم ڀلاهي.“

(مانجهه محل ٥، ٣-١٠٢)

# صحيح مقصد

دک کان ڇٽڻ واسطي ۽ پرم سک حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترا ماڻهو انڌاڌنڌ سرتوڙ ڪوشش ڪندا پر ڪجهه به حاصل ٿيندو نظر نٿو اچين. بد ىمان انسان محبت سان گڏوگڏ هميشه صحيح مقصد کي به پنهنجي سامهون رکيو. جيڪڏهن منزل مقصود نيڪ سامهون نه هوندو ته هر قدم اڳتي وڌائڻ ٿيو گمراهه ٿيڻ ۽ وقت کي فضول وڃائڻ. جي نشانو نيڪ هوندو ته ٿوري محنت ۽ وقت نه وٺندي. سو ڪاميابيءَ لاءِ نه صرف محنت درڪار آهي بلڪ صحيح مقصد به. اگر ڪا چيز پيٽي آهي ڪنهن هنڌ ۽ اسين انکي ڳوليون ڪنهن ٻئي هنڌ ته اها ملندي ڪيئن؟

” وسٽو ڪهين ڍونڍي ڪهين ،
ڪيه ٻڌ آوي هاٿ. “

دنيا ۾ آناه بيچيني ۽ پريشانيءَ جو سبب کان مکيه ڪارڻ آهي انسان جو پنهنجي سامهون صحيح مقصد نه رکڻ.

زندگيءَ جو نيڪ مقصد معلوم ڪرڻ لاءِ انسان کي پنهنجي شرير روپي گرنٿ کي پڙهڻ جڳائي ڇاڪاڻ ته سڀ ڪتاب ۽ علم انهيءَ انساني ڪتاب مان نڪتا آهن. انسان جي اندر هر وقت الاهي آواز پيو اٿي. انساني وجود سڀني ڪرشمن جو سرمور ڪرشمو آهي. جيڪڏهن انسان جي اندروني اک کلي پوي ته هيءَ سچ پچ هريءَ جو مندر (True Temple of God) ٿي پوي. هي شرير آهي هڪ ڪاهه جي ٻل جنهنجي هيٺان زندگيءَ جو لاانتها درياهه پيو وهي. ڏسڻ ۾ برابر آهي ننڍو پر اندر ۾ سورج جي سمان آهي.

نہ ليندو ليستائين من ڪڏهن بہ نہ مڃيندو ته پرمالما آهي. سنتن ۽ مهالمائن محنت ڪري برپوءَ کي پالوء اٿوءِ ڪري اهڙن مهالمائن جي هدايت لي هلڻ ڪري ڇاڪاڻ تہ عدن جيڪي اکين سان ڏٺو اٿوءِ جونئي اُپديش ڪيو.

” سنتن ڪي سن ساڃي ساکي،

سو بولهہ جو پيکهہ آکي.“

( رامڪلي محلہ ٥، ٨-٨٩٤ )

سوامي جي مهاراج جن فرمائين ٿا تہ جيستائين اسين پنهنجي اکين سان ساکيات نہ ڏسنداسين ليستائين گوروءَ جي وچن لي پورو وشواس نہ ايندو.

” جب لگ نہ دیکھوں اپنی نیني،

تب لگ نہ پتيجون گورو ڪي بيني.“

للسي صاحب جن جو بہ اهو فرمان آهي:-

” جب ديکين هم اپني نيناء

تب مانين ستگورو ڪي بيناء.“

اسانکي مهالمائن جي هدايت انوسار آلما کي پرمالما سان ملائڻ جو پنهنجو ذاتي انبو حاصل ڪرڻ کپي. سنتن جي سکيا اهايت أدار ليندي آهي. سنت لہ اهتري قدر فرمائين لا تہ پائي! لون پنهنجو خود لجربو ڪري ڏس، ڪنهنجي چوڻ لي وشواس نہ ڪر.

” آپ آپ ڪو آپ پچانو،

کها اؤر کا ليک نہ مانو.“

( سوامي جي )

صرف شريرجي ميل ڌوئڻ سان من جي ميل نٿي وڃي. ڏيهه جي گندگي کي پاڻيءَ سان ڌوئي سگهجيٿي. پيشاب پاخاني جي گندگي صابڻ سان ڌوئي سگهجيٿي پر من جي مليدتا فقط نام يا شبد روپي پاڻيءَ سان دور ٿي سگهيٿي، انهيءَ جو پيو ڪو به طريقو ڪونهي.

”پريٿي هست پئر تن ديهه،
پاڻي ڌوتي اُترس کيهه؛
موت پليتي ڪپڙ هوءِ،
دي صابوڻ لئيٿي اوهه ڌوءِ؛
پريٿي مت پاپا ڪي سنگ،
اوهه ڌوپي ناوي ڪي رنگ.“
(جپ جي ١٢-۴)

انهيءَ نام يا شبد سان ڪئين جڙجي؟ پنهنجي ڌيان يا خيال جي ڌار کي سميٽي جوڙي سگهجي ٿو. انهيءَ لاءِ اندر ۾ ٿي ضابطو رکڻ نهايت ضروري آهي.

”دس اندري ڪر راکي واس،
تاڪي آتمي هوءِ پرگاس.“
(گوڙي محله ٥، ١٥-٢٣٦)

اهو آتما جو پرماتما سان ملڻ جو اندروني عملي تجربو آهي ۽ اهو ئي هرهڪ جو سچو ڌرم آهي. انهيءَ جو ذڪر ڌرم پستڪن ۾ آهي. پر تجربو اسانکي پنهنجي اندر ڪرڻو پوندو ۽ انهيءَ تجربي ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ اسانکي ڪنهن روحاني عامل جي ضرورت آهي جنهنکي عام طور سنت ستگورو سڏين ٿا.

جيسيتائين اسانکي آتما ۽ پرماتما جو انهو ذاتي طور حاصل

وهو ۽ پهنجي روحاني سائنس ماستر کي ساڻ وٺي انهيءَ لاءِ ته لوهاڻي خيال کي الهي نڪتا لاءِ سامان ملي. پنهنجو جسم ته ملڪ آتما هونداءِ گورو جو ته اصلي روپ ديه ته آهي. هن کان نام ولي پهنجي اندر ڪل مالڪ، جو شيد يا سرليءَ جي روپ ۾ هرهڪ جي اندر موجود آهي، سان ملڻ جو اڄرجو ڪيو. اهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن لوهاڻو من ۽ بدي پاڪ ۽ پوتر ٿيندا ۽ اها پوترتا جسم کي صاف ڪرڻ سان ڪڏهن به حاصل نه ٿيندي چاڪاڻ ته اهڙي حالت ۾ دل جي گندگي دور نٿي ٿئي ۽ جيسيتائين دل جي گندگي دور نه ٿي آهي تيسين سمجهو ته پهنجو لوڪ پولرڪ وچاپو دنيا ۾ ڪام، ڪروڌ، موهه وغيره ۾ غلطان ٿي هو دکي رهيو يعني آتما جي گراوٽ ڪري هو پهنجو امرمه اندرين جي وسني وچاپو چڙي ۽ الهيءَ ڪري هڪي پولرڪ ۾ ته پڇتائڻو پوي ٿو.

"ساهر ڌوءِ التر من مثلا،
ده نور ابهي ڪوئي،
ايهان ڪام ڪروڌ موهه وياپيا،
آڪسي مس مس روني."

(آسا محل ٥، ٤-٣٨١)

حضرت محمد صاحب به دل جي پاڪيزگيءَ جي اهميت سمجهائيندي فرمائين ٿا "بهشت جي ڪنجي آهي نماز ۽ نماز جي ڪنجي آهي پاڪيزگي." وري فرمائين ٿا "پوترتا آهي اڌ ايمان." سينٽ متيو جو فرمان آهي "اهي ماڻهو ڌن آهن جن جي دل پاڪ آهي چاڪاڻ ته صرف اهڙا پيارا ئي خدا جو ديدار پائيندا."

" Blessed are the pure in heart, for they shall see God."

وارو مقام آهي. ڪوبه انهيءَ حالت کي قلمبند ڪين ڪري سگهندو. عام هندو مسلمان فقير اُن کي يا اُن لوڪن يعني برهم جو آيد يش ڏين ٿا. ڪي پار برهم جو اشارو ٻئ ڪندا پر سنت چوٿين پد جو پرلئہ مهاپرلئہ جي حد کان مٿي آهي ۽ جو قائم دائم، لافاني، لا بيان ۽ نرالـو آهي، جو اشت رکن ٿا.

## انهيءَ آدرشي ڌرم جو انيو انسان کي پنهنجي اندر ٿئي ٿو

آتما جو پرماتما سان ملڻ جو تجربو حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي هن شرير روپي پريوگ شالا ۾ وڃڻو پوندو ۽ ٺيڪ اهڙي طرح جيئن سائنس جي تجربي ڪرڻ لاءِ شاگرد سائنس روم ۾ داخل ٿئيتو. هو اندر داخل ٿي دروازا بند ٿو ڪري ڇڏي، انهيءَ لاءِ تہ ٻاهران ڪو آواز نہ اچي ۽ هنجو ڌيان ٻاهر نہ وڃي. پوءِ سائنس ماستر سان گڏجي سندس هدايت مطابق انهن اوزارن سان تجربو ڪرڻ شروع ڪريتو جي هڪ صاف ميز تـي رکيل هوندا آهن. پهرئين دفعي نہ تہ ٻئي دفعي پنهنجي تجربي ۾ ڪامياب ٿئيتو. بلڪل ساڳيءَ طرح هن جسم جي اندر پرويش ڪري ٻاهريان "دوار" بند ڪري اندرين ڪڙڪي کولجي ٿي. اهو تڏهن ممڪن ٿيندو جڏهن اسين پنهنجي سرت کي سميٽي انهيءَ کي شو نيتر ۾ ڪنو ڪنداسين يعني خيال، جو ٻاهر دنيا ۾ ڦهليل آهي ۽ شرير جي روم روم کي ڇيتن ڪري رهيو آهي انهيءَ کي آتما جي بٺنڪ (ٻنهي ڀرن جي وچ) ايڪاگر ڪرڻو پوندو. اهڙي قدر جو شرير جي سڌ ئي نہ رهي. پوريءَ طرح جسم جا دوار بند ڪري انهيءَ نقطي تي ايڪاگر ٿي

انهيءَ سچ پرش کان شڪتي وٺي انهن ديس جو ڪاروبار هلائي رهيا آهن. جيئن جيئن اڀياسي روحاني وسائل انهن منڊلن ۾ حاصل ڪندو ويندو ليئن ليئن ڪيس انهن ديس جو پرڪاش ۽ جلال درجي بدرجي وڌندڙ نظر ايندو ۽ آخر ستنام يا سچ پرش جنهنکي مسلمان "حق" چون ٿا جو درشن ٿيندس. درشن ڪرڻ مان اهو صاف ظاهر آهي ته انهيءَ کان پوءِ آتما ۽ پرماتما ۾ جدائي ختم ٿي. انهيءَ کان مٿي سچ پرش جو نرمل چيتن ديس آهي. انهن سڀني ديس جي ڪل مالڪ "سوامي" يا "هرراني" جي [illegible] ۽ نرالي نرآڪار صورت آهي، جنهنکي ڪنهن به لفظ ذريعي بيان نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ ۾ آتما لڪ ٿي وڃي. جنهنکي "پاڻيءَ جو پاڻيءَ سان ملڻ" ۽ "ڪرڻي جو سج سان ميلاپ" وغيره مثالن ذريعي ڪنهن حد تائين سمجهي سگهجي ٿو. انهيءَ اوستا کي گورو ارجن صاحب جن ڪيڏي نه عجيب طريقي سان بيان ڪيو آهي. جيئڙي طرح پاڻي پاڻيءَ ۾ ملي انهيءَ ۾ سمائجي ويندو اهڙي طرح اسانجي آتما ساگر ۾ ملي ساگر ستي ٿيندي. اها آتما جي روحانيءَ جي آخرين منزل آهي.

"جيءَ جل مهه جل آءِ کٽانا،
تيءَ جوتي سنگ جوت سماڻا."
(گوڙي محلہ ۵، ۴-۲۷۸)

"سروج ڪرڻ ملي، جل ڪا جل هوءِ آ وارو،
جوتي جوت رلي، سمپورن ٿيا وارو."
(بلاول محلہ ۵، ۱۶-۱۳۶)

(۱) اوسٿا ۽ ابيان آهي. شڪتي جي حالت ته آهي جو انهيءَ
[illegible]

" نانڪ ڪا پاتشاهہ دسي ظاهرا. "
(آسا محلہ ٥، ٧-٣٩٧)

" نانڪ ڪا پربهہ پور رهيو هئي .
جت ڪت تت گوسائي .
(سوٺي محلہ ٤، ١٠-٧٥٨)

" بخواهد چشم سر معشوق ديدن،
ڪلامش راگوش خود سنيدن. "
(شمس تبريز)

ڪل مالڪ پاڻ نہ لا بيان نرالو ۽ اشبد آهي . اهي نہ روشني آهي نہ آواز . هو پنهنجو پاڻ ٻرني قائم آهي . هو هڪ آهي نہ ڪي ٻہ . ها هنڪي سڀني مهاتمائن بيان ڪندي محدود ڪيو آهي پر دراصل هو آهي لا بيان .

" هر بہ انت هئہ مت ڪر ورنہ ،
ڪيا جانا هوءِ ڪيسوري . "
(سورٺ محلہ ٥، ٩-٦١٢)

ڪل مالڪ جيڪو نرمل چيتن روپ الک ۽ اگم ست پرش جو رچيو سو لا بيان آهي، ليڪن آتما نرت جي شڪتيءَ دواران انهيءَ ڪي محسوس ڪريتي ۽ ديال پرش جو درشن پائيتي جنهنڪي سنتن اڪال ڪري سڏيو آهي . اها شڪتي ڪروڙن برهماندن جي مالڪ آهي ۽ قائم دائم ۽ لافاني آهي . انهيءَ شڪتيءَ جي هڪڙي شعلي هينيان منڊل جن ۾ چيتن ۽ مايا جي ملاوت آهي تاهيا جي سڀ ترلئہ ۾ ٻڌي پون تا . انهن منڊلن مان ڪن ۾ چيتنا وڌيڪ ۽ مايا گهٽ، ڪن ۾ چيتنا ۽ مايا برابر ۽ ڪن ۾ چيتنا گهٽ ۽ مايا وڌيڪ آهي . انهن روحاني ديسن جا مالڪ آهن جوت نرنجن (ترڪا پد جو مالڪ) اونڪار (ڪارڻ ۽ مهاڪارڻ پدن جو مالڪ) وغيره .

لون حيوانن وانگر هر وقت پيٽ پوڄا جو خيال نه رکي، پنهنجي خيال کي اندرين جي تقاضن کان مٿي کڻڻ گهرجي. جيستائين لون انهن کان مٿي نه ايندا تيستائين الاهي نور کي نه ڏسي سگهندا.

"چون ز حس بيرون نيامد آدمي،
باشد از تصوير غيبي اعجمي."

(مولانا روم)

جڏهن لون هن جسماني قيد مان نجات حاصل ڪندا ته لون خود بخود هڪ نئين دنيا جو ديدار ڪندا.

"از مضيق جسم چون يابي خلاص،
بي لباس عالمي يابي جديد."

(شمس تبريز)

خواجه حافظ صاحب به فرمائين ٿا ته جيستائين لون طبيعت جي سراءِ کان ٻاهر نه نڪرندا تيستائين لون حقيقت جي گليءَ ۾ ڪيئن وڃي سگهندا؟

"تو کز سراي طبيعت نمي روي بيرون،
ڪجا بڪوي حقيقت گذر تواني ڪرد."

انهن اُن دوارن کان خيال کي مٿي آڻڻ کي سنت مهاتما "جيئري مرڻ" ڪوٺين ٿا ۽ ويدانتي "جڳ کان چت کي الڳ ڪرڻ" چون ٿا. سنت مت انوسار جڏهن شبد ابياس دوارا شرير کي خالي ڪري مٿي اچبو ته سوکير، ڪارڻ ۽ نرمل چت ٿيڻ جو انڀو حاصل ٿيندو ۽ انهن کي پار ڪري آتما پرماتما، جو شبد مولا تيا ساگر آهي، ۾ وڃي سمائجي.

گرو باڻي ۽ ٻين مهاتمائن جي ڪلام ۾ پرماتما جي درشن جو ذڪر ڪيل آهي.

"آدشٽ اگوچر اَلک اپار، سودبڪا گرمک آکي."

(سري راڳ محلا ۴، ١٩-٨٧)

سڀ ڪمر ڪار، لکڻ پڙهڻ، وڻج واپار وغيره سڀ خيال يا سرت جي سهاري هلي رهيا آهن. شرير، گهر ٻار، شهر، جهنگل پهاڙ، درياه، زمين آسمان، سج چنڊ سڀ انهيءَ جي سهاري قائم آهن. انسان اگيان وس شرير کي پادشاهه ۽ خيال کي معمولي وستو سمجهي رهيو آهي. اسان لاءِ ديهه ئي سڀ ڪجهه ٿي پيئي آهي ۽ آتما کي ڪرمهتوني ڪري لا ڏيون. اسين اگيان جي ڪارڻ پاڇي کي انسان سمجهي ويٺا آهيون. ڇا زندگي هڏين ۽ ماس واري شرير کان وڌيڪ قيمتي ناهي ۽ شرير پوشاڪ کان زياده سريشٽ ناهي؟

"Is not life more than meat and the body more than the raimant?"

انهيءَ ڪري اي انسان! تون وشيه وڪارن کي ڇڏ. اندرين جي ڀوڳن ۽ سوادن کان منهن موڙڻ ۾ ئي سڀ نعمتون سمايل آهن. جيڪو انهن ۾ ڦاٿو، سمجهو اهو پنهنجي آتم هتيا ڪري رهيو آهي. تون ته حسن يوسف وانگر جسم روپي کوهه ۾ ڪريو پيو آهين. انهيءَ مان نڪرڻ جي هڪ گپت رسي آهي مالڪ جي مهر جي تار جا هرهڪ جي اندر آهي. انهيءَ رسيءَ کي پڪڙي جڏهن تون ديهه روپي کوهه مان ٻاهر نڪرندين ته تون هڪ نئين دنيا ڏسندين جا هن وقت تنهنجي اکين کان اوجهل آهي. هي جسماني اکيون صرف فنا چيزن کي ڏسي سگهن ٿيون پر جي تنهنجي اندروني اک کلي پوي ته تون لافاني منڊلن کي ڏسي سگهندين. حيوانن جو سر زمين ڏانهن جهڪيل رهي ٿو. اي انسان! تنهنجو سر بلند آهي ۽ انهيءَ ڪري تون مٿي نهار.

"اندر حيوان بنگر سر سوئي زمين دارد،
آدمي آخر سر جانب بالا ڪن."

(شمس تبريز)

سنت مت ڪا قوم يا مذهب ڪونهي. جو سچکنڊ پهتو سو سنت آهي پوءِ ڪٿي به ڪنهن به قوم يا مذهب جو هجي. جهڙي طرح جيڪو ايم- اي جي ڊگري حاصل ڪري ٿو پوءِ ڪٿي به ڪنهن قوم يا مذهب جو هجي ته اسين هن کي ايم- اي سڏيون ٿا. سڀني قومن ۾ ٻن قسمن جا مهاتما ٿيا آهن. پهريان سفلي درجي جا ۽ ٻيا علوي درجي جا. سفلي درجي جا مهاتما پنهنجي شرير جي ڇهن چڪرن جو اڀياس ڪندا ۽ علوي درجي جي مهاتمائن جو رستو اکين جي مٿان شروع ٿيندو. مسلمان فقير به اکين کان مٿي ويا. حضرت ابراهيم فرمائي ٿو ته مون تارو ڏٺو ۽ الله کي ڇڏي اڳتي وڌس. گرو گرنٿ صاحب ۾ به اهو ذڪر آيو آهي.

"تارا چڙيا لما، ڪئن نذر نهاليا رام،
سيوڪ پور ڪرما، ستگر شبد دکاليا رام."

(لکهاري محل ١، ١٧-١١١٠)

تلسي صاحب جن فرمائين ٿا:-

"گگن دواري ديکي اک تارا،
انحد ناد سنو جهنڪارا."

حضرت محمد صاحب فرمائين ٿا ته هن شق القمر ڪيو يعني هو چنڊ کي پار ڪري ويو. سڀ مهاتما جيڪي هن راهه کي طئه ڪندا سي شق القمر ڪندي وڃن ٿا.

بادشاهه جو جسم ظاهري ڪنهن ٻين جهڙو هوندو آهي ليڪن هن جي هڪ اشاري تي لکين لشڪر اچن ٿا. اهڙي طرح خيال (سرت) هڪ معمولي چيز لڳي ٿي ليڪن آهي شبد جو جزو. جڏهن الله کي اڪاگر ڪجي ته سمنڊ جي ڇهندڙ وير وانگر سنسار کي لوڏي سگهجي. دنيا جا

" ايڪ محل دو بار يان شـو شڪتي سلطان،
ڪڙڪي ڪول ديدار دبن اهمت اڙا لن مان."
(جنم ساکي ملي ڪي گوشت)

ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

" دونون تل اڪ تار ملائو تب ديکو گلزارا هئہ."

ٻنهي اکين جي تـرن جي جوت شـو نيتر ۽ جنهنکي Third Eye يا مسلمان فقير نقطِ سويده چوندا آهن، جتي اکين جون اٺئي رڳـون Optic Nerves وڃي ملن ٿيون ۽ سندن شڪتي ڪٺي ٿئي ٿي، اٺي پرڪاش ٿيو پوي. انهيءَ کان پوءِ سڪمن ناڙي اچيئي جنهنکي مسلمان شاهه رڳ چونئا.

" الله شـاهه رڳ تـون نـزديڪ."

اٺي شبد ڌن يا بـاڻي جا ساري جهان جو گورو آهي (اٺي شاهه) پرگهٽ ٿئيٿي.

" سکمن ڪي گهر راڳـ سن، سن منڊل لـو لاءِ،
اَکٿ ڪـٿـا ايچار يئي، منشا منهـ سماءِ."
(ملار وار محل ١، ٢-١٢٩١)

" ڪـل ڪـيـرت شـبـد پڇـان،
ايها پـگـٽ چـوڪـي اَيمان."
(آسا محل ٣، ١-٤٢٤)

جڏهن آتما سمينڌي اٺي اچيئي ته اٺي هوءِ صرف ڌيان جي ذريعي لڪي سگهي ٿي، پـوءِ تارا منڊل، چندرما ۽ سورج کي پار ڪري گوروءَ جي نوري سروپ جو درشن ڪريٿي. پوءِ آتما روحاني ديسن جو سير ڪندي شبد ڌن جي سهاري سچکنڊ پهچي وڃيٿي.

سينٽ مٿيو (Saint Mathews) جو وچن آهي ته جسم جو پرڪاش آهي نيترن ۾. انهيءَ ڪري جي لون هڪ اک وارو ٿي پون يعني انهي اکين جي پتلين جي ڏار سميٽي شو ليتر (Third Eye) ۾ ڪٺي ڪرڻ ته تهنجو سڄو جسم نور ۽ پرڪاش سان پرجي ويندو.

"The light of the body is the eye. If therefore, thine eye be single, thy whole body shall be full of light."

(Mathews VI 22)

انهيءَ مارڪ جو اشارو ڏيندي تلسي صاحب جن فرمائين ٿا ته اکين جي پتليءَ ۾ تنڊڙو تر آهي ۽ انهيءَ تر جي اندر روحانيت جو سمورو راز پوريل آهي. ڏوا انهيءَ تر جي ڪاري پڙدي پويان جهالي باني ته ڏس:-

"پتلي مين تل هئ تل مين پرا راز ڪل کا ڪل،
اس پرده سياه کي ذرا پار ديکها."

معين الدين چشتي صاحب فرمائين ٿا ته اون پنهنجي اک کول ته توکي خدا جو جلوو نظر اچي. لوڻ صرف اکيون لي پٽ ۽ ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ جا دوار بند ڪر.

"چشم بکشائي ڪ ديدار خدا جلوه نمود،
ديده شو يکسر و سر بند در گفت و شنيد."

هي اکيون سچ پچ آخرين مقام جون ڪڙڪيون آهن ۽ مالڪ ڏانهن وڃڻ جي راهه آهن.

"۾ آنکين کڙڪي هين ڏر گهر ڪي."

(سار اچن)

. گورو نانڪ صاحب جن به انهيءَ جو اشارو ڏيندي فرمائين ٿا:-

هوندو آهي . پر پاڻيءَ وارو عڪس جڏهن ديوار تي پوي
تو نه انهيءَ ۾ سج جي شڪل نظر نٿي اچي صرف معمولي
جهلڪ هوندي آهي .

پنڊ (شرير) جا ڇهه چڪر اکين تائين ختم ٿي وڃن ٿا .
اهي ڇهه چڪر آهن :- (١) گدا چڪر (مول آڌار) (٢) اندري
چڪر (سواد شٽان) (٣) ناڀي چڪر (مني پور) (٤) هردي
چڪر (اناهت) (٥) ڪنٺ چڪر (وشڌ) (٦) نيتر چڪر
(آگيا) جو اکين جي ڀوڻان آهي .

يوگي جن شرير جي انهن ڇهن چڪرن جو ابياس ڪري
مٿي اچن ٿا . پهرين نيتي ، ڌوتي ۽ بستي دوارا شرير
جون سڀ غلاظتون صاف ڪندا آهن ، پوءِ پهريجي ڌيان
کي مول آڌار يا گدا چڪر جنهنکي گڻيش چڪر به چئجي
تو ان تي ايڪاگر ڪندا آهن ، پوءِ پهريجي ڪنڊلينيءَ کي
جاڳرت ڪري پٺيءَ جي ڪنڊي سان جوڙيندا آهن . اهڙي
طرح ابياس ڪندي سڀني چڪرن کي خالي ڪري آگيا
چڪر ، جو اکين جي ڀوڻان آهي ، ۾ پهچن ٿا . اهو ابياس
نهايت مشڪل آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ پراڻايام ڪرڻو پوندو
جو گرهستي يا ڪمزور انسان نٿو ڪري سگهي . سنت مهاتما
پراڻايام جو ساڌن نه ڏسيندا آهن ۽ سواس جي يوگ جو
اپديش نه ڪندا آهن . اهي ڇهه چڪر برهمانڊ جي چڪرن
جي عڪس جو به عڪس آهن . انهيءَ ڪري سنت انهن
جو ابياس نه ڪرائيندا آهن ۽ روحاني چڙهائي اکين جي
ڀوڻان شو نيتر کان شروع ڪرائيندا آهن . هنجو اپديش
آهي ته آتما جي اينڪ تي خيال رکي مالڪ ڏانهن مخاطب
ٿي سندس نام جو پريم سان سمرن ڪيو . ائين ڪرڻ سان
آتما سميٽجي انهيءَ نقطي تي ايندي ۽ اندر پرڪاش
نظر ايندو .

استوتا ٻــا اڀچيدي ٻڌڻ جو اظهار اکين مان ملئو. آتما جو ٻرپاءَ اکين ۾ رهيو. انهيءَ ڪري اکين دوارن انسان جي اندروني جذبن جو اثر ٻين تي ٿيو. اکين جي ٻولي آهي عجيب، هڪ بي زباني زبان! اشاري اشاري ۾ اکيون اهي داستان ٻڌائين ٿيون جي لابيان آهن.

جاڳرت اوستا ۾ آتما ۽ من جي بيٺڪ اکين ۾ ئي ٻڌيان رهي ٿي. ڪڏهن اندر کي سڏيو ته هو اکين تي زور ڏئي چوندو ته ها ڀائي! سمهي ۾ اها بيٺڪ گلي ۾ رهي ٿي ۽ گهري ننڊ ۾ ٿئي ٻا دن ۾. اسانکي جاڳرت اوستا کان اوچي حالت ۾ وڃڻو آهي ۽ نه ڪ هيٺين. انهيءَ ڪري سنتن جو مارگ اکين کان مٿي لنو شروع ٿئي. انساني سرير ٻا پنڊ، برهمانڊ جو نمونو آهي.

”جو برهمنڊي سوئي پنڊي، جو کوجي سو پاوي.
پيپا پرڻوي ٻوم لنه هيءِ، ستگر هوءِ لکاويءِ.“

(ڏناسري پيپا ١٥، ٦٩٥)

جيڪو شرير جي کوج ڪري ٿو سو هن سنسار ۽ انهيءَ کان مٿي جي رچنا جو گيان حاصل ڪري ٿو. رچنا جا چار حصا آهن. (١) پنڊ (٢) انڊ (٣) برهمنڊ ۽ (٤) سچکنڊ.

برهمانڊ جو برهم ٽئين حصو برابر وقت ڏهي ٿئي ٿو. سچکنڊ ٻا مقام حق ابدي ديس آهي جو پرلئه ۽ مها پرلئه جي اثر کان پري آهي. اهو امر پد سنتن جو انچ ڌام ۽ سنت مت جو لکش آهي. ”برهمانڊ“ جي ڇهن چڪرن جو عڪس ”انڊ“ جي ڇهن چڪرن تي ٿيو ٿو ۽ انڊ جي ڇهن چڪرن جو عڪس ٿيو ٿو پنڊ جي ڇهن چڪرن تي. جهڙي طرح سج جو ٻاهر جڏهن پاڻيءَ تي ٿيو ٿو ته اهي سج جي شڪل نه نظر اچيتي ٻر اُن ۾ نه گرمي ۽ نه پرڪاش

# پنهنجي اندر جهاتي پائڻ

اي انسان! تون ڪيستائين مٽڪي جي ٻاهرين چٽسالي، شڪل ۽ صورت تي موهت ٿي ڀليل رهندين؟ ٻاهران ڌيان هٽائي تون مٽڪي جي اندر جيڪو پاڻي آهي انهيءَ ڏانهن نگاهه ڪر. ظاهري شڪلين سان تون گهڻو وقت موهه رکندين؟ حقيقت جو ڳولائو ٿي ۽ انکي پنهنجي اندر تلاش ڪر. جسماني شڪليون سڀ فنا آهن صرف حقيقت ئي قائم دائم آهي. ٻاهرين صورتن کي ڏسي انهن ۾ اٽڪو مٺو ٿي ويو آهين جو تون حقيقت يا پرمارٿ کي بلڪل وساري ويٺو آهين. عقلمند اهو آهي جو سپ مان موتي ڪڍي وٺي چاڪاڻ سپ نه صرف ٻاهريون ڇلڪو آهي جو قيمتي موتيءَ جي حفاظت لاءِ بڻايو ويو آهي. انهيءَ ڪري پنهنجي اندر جهاتي پائڻ جڳائي. سنتن مهاتمائن جي انمول ساکيءَ جي خزانن کي کولي ڏسو ته انهيءَ ۾ آتما لاءِ ڪيڏي نه خوراڪ موجود آهي جا کائي اسين ترپت ٿي سگهون ٿا. گرو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا:-

”پيئوُ دادي دا کولي ڏٺا خزانا،
تا ميري من ڀئيا نڌانا.“

(گوڙي محلا ٥، ١-١٨٦)

اي انسان! تون ڏس ته تنهنجي ڪايا ڪهڙي نه خوبصورت آهي. تنهنجي جسم ۾ هٿ پير وغيره عضوا آهن پر انهن سڀني ۾ اکين جو رتبو ٻين کان اوچو آهي. انهيءَ ڪري سندن ڪارج به اوچو آهي. جڏهن ڪو خيال اٿي ٿو ته هڪ کن ۾ اکين ۾ سوين جهان الٽ پلٽ ٿيو وڃن. اکيون آهن آتما جون ڪڙڪيون جن سان آتما هن سنسار جو ديدار ڪري ٿي. Eyes are the windows of the Soul مثل جي

جنهن کي نه برهما هڪ اهڙو گرنٿ آهي جنهن جي ٻولي لا بيان ۽ لاانتها آهي ۽ ويد انجيل قران شريف، گور و گرنٿ صاحب ۽ ٻيا ڌرمي گرنٿ سڀ انهيءَ ڪتاب جا صفحا آهن جي هيلتائين لکيا ويا آهن ۽ هن ڪانوءِ نه بيشمار صفحا لکيا ويندا. سيئي سنت مهاتما جن مالڪ جي پراپتي ڪئي، جيڪي موجوده آهن ۽ آئينده ايندا انهن سڀني کي اسين نمسڪار ڪريون ٿا. اچ هن جڙ ۽ پولڪ سنسار ۾ نه اسين ڌرم جي باري ۾ ڪافي چرچا ٻڌي رهيا آهيون. سيني ڌرمن جا سميلن ٿين پيا. انهيءَ باري ۾ ڪئين ڪتاب لکجن پيا ۽ ڌرم جي سچي اصليت ڏانهن اشارو ڏيڻ چڪايو نه وڃي. سچائي ۽ اخلاقي قانونن کي جي سڀني مٿن ۾ ساڳيا آهن، لنچو بلند آواز سان پرچار ڪيو ٿو وڃي. جنجو اصلي مقصد آهي آتما جو پرماتما سان ميلاپ جو لحرلو ڪرڻ، جو مستقبل ۾ وڃي عالمگير روحاني مذهب ليندو. هن ڌرم ۾ سڀ ماڻهو پنهنجي پنهنجي سوسائٽيءَ ۾ رهندي ۾ اهو لجربو ڪري سگهندا ۽ هر زماني جي سنتن مهاتمائن وشين مدين جي عزت ڪندا. اهو عالمگير يا وشو وياپي ڌرم آد ڪان هلندو آيو آهي ۽ اترو ئي پراچين آهي جيترو هيءَ دنيا.

پـريا ڪندڙن انسان جي روحاني زندگيءَ جي پهلوءَ کي سامهون رکيو آهي ۽ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته انسان جي اندر اهڙي ڪا چيز آهي جا شرير وانگر بدلجي نٿي. هـرهڪ انسان کي پنهنجي روحاني زندگيءَ جو وڪاس ڪري انهيءَ چيز کي ڄاڻڻ کپي جا لافاني آهي. انسان جي زندگيءَ جو مقصد دنيا ۾ ڀوڳ ولاس ڪونهي بلڪ انهيءَ ستيه جي پراپتي آهي جو هرهڪ انسان جي انـدر موجود آهي. سڀني گرنٿن ۾ انهن ۾ انهيءَ اندروني روحاني زندگيءَ جي وڪاس ڪرڻ ۽ پـرم ستيه جي ڳُڻن کي گرهڻ ڪرڻ جي ساڌنن جو ذڪر آهي. ڪوبه سچو مذهب جو پوئلڳ، انهن ڳالهين ڪونه چوندو ته ڌرم صرف اعتقادن ۽ رسمن جو هڪ مجموعو آهي. سڀيئي ڌرم انهيءَ سچ کي ڄاڻڻ ئي پنهنجو اصلي مقصد سمجهن ٿا.

" نانڪ، ساچي ڪـه سچ جاڻ."

(سري راڳ محله ٣، ١٨-١٥)

مت متانتر ڀلي ڪيتري سوان هجن ليڪن منزل سڀني جي مالڪ سان ميلاپ آهي ۽ سڀني جي بنياد ۾ هڪ ئي ساڳيو اصول ڪم ڪري ٿو جو آهي نام يـا شبد جي ساڌنا. اسانجو آتم ڪلياڻ آهي پنهنجيءَ آتما کي شبد سان جوڙڻ ۾. انهيءَ کي سرت شبد يوڳ به چئجي ٿو. اسانکي سڀني ڌرمن ۽ مذهبن جو پـريم ۽ پيار سان چنتن ۽ ابياس ڪرڻ جڳائي ۽ انهن جي اندر بنيادي اصول کي هميشه سمهک رکڻ کپي. انهيءَ لاءِ ته ڌارمـڪ ڇڪتاڻ دور ٿئي ۽ اسانجي دلين ۾ سڀني ڌرمن لاءِ عزت پيدا ٿئي. ڇاڪاڻ تـه منزل سڀني جي ساڳي آهي انهيءَ ڪري اسانکي ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جي سڀني سنتن ۽ مهاتمائن لاءِ سنمان رکڻ کپي.

کي ڪرڙو نہ سڏاءِ. ڪرڙو اھو آھي جو گھرائيءَ ۾ نہ وڃي وياري لتو.

”ييد ڪتيب ڪهه مٽ جهولي،
جهولسا جسو نسہ بيچاري.“

(پريالي ڪبير ۴، ۱۳۵۰)

جن گورمکن مالڪ سان ميلاپ جو اھو انڀو ڪيو آھي سي سڀني سان پيار ڪن ٿا. ھو پرماتما کي سڀني جو پتا Fatherhood of God ۽ انسانن کي پاڻ ۾ ڀائي ڀائي Brother hood of Man ھئڻ جي جذبي کي محسوس ڪن ٿا. جيڪي دشمني ۽ الڳ الڳ رھڻ جي سکيا ڏين ٿا اھي لاءِ پڪ ڄاڻو تہ مالڪ جي ميلاپ جو تجربو ڪرڻ ڪيو الن. اسانجي آتما کي جيڪو مالڪ سان وصال جو ذاتي انڀو ٿئي ٿو سوئي اسانجو اصلي ڌرم آھي. ڌرمي پستڪن ۾ جن روحاني انڀون جو ذڪر ڪيل آھي تنکي جيستائين ستگوروءَ جي سھائتا سان پنھنجي اندر نہ ڏسبو ليسين اھي ڪتابي تجربن کي اسين پنھنجو ڌرم سڏي نہ سگھنداسين.

”ڪيسي ساهي حي هم نہ وياهي.“

انسان کي پرماتما پنھنجي شڪل تي ناھيو آھي. اھيءَ ڪري انسان کي پنھنجي مالڪ سان ملي مڪمل ٿيڻ ھڳاڻي. اسانکي اھڙي ڌرم جي ضرورت آھي جنھنجو انيو مالڪ جي ميلاپ دواران پرايت ٿيو وڃي.

جيڪڏھن اسين سڀني گرنٿن پوٿن جي چڱي طرح جاچ پڙتال ڪنداسين تہ ڪر پرڏي اسہ اھون ۾ مھاپرشن پنھنجي ذاتي تجربن جي انڀوڙ کي قلمبند ڪيو آھي. سڀني ڌرمن جي

# آدرشي عالمگير (وشو وياپي) ڌرم

اڄ اسانکي ڇا جي ضرورت آهي؟ ڇا اهڙو هڪ نئون عالمگير ڌرم جنهن ۾ سڀني ڌرمن جي خاصيتن ۽ سادن جو سار هجي، ٺاهيو وڃي؟ اهو هڪ محض خيال آهي جو اڄ تائين ڪو ثواب نه ٿي سگهيو آهي. ڪهڙي شريعت کي ڇڏجي ۽ ڪهڙيءَ کي اپنائجي! ماڻهن جو طبيعتون مختلف ۽ سوچڻ جا طريقا مختلف ۽ هرڪو پيو سمجهي ته منهنجو طريقو ٺيڪ آهي. سنسار ۾ وچارن جو ميل ۽ فرق رهندو. سڀني کي هڪ خيال ۾ آڻڻ مشڪل ٿو لڳي پر دراصل سڀني انسانن جو پاڻ ۾ روحاني رستو (Divine Link) آهي جنهنکي دنيا جي ڪا به شڪتي ٽوڙي نٿي سگهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته رسمن ۽ رواجن ۾ فرق آهي پر اصلي حقيقت سڀني ڌرمن ۾ ساڳي آهي. انهيءَ مشڪلات جو هڪڙو ئي حل آهي ۽ اهو اهو ته روحانيت کي هڪ سائنس جي روپ ۾ سنسار اڳيان پيش ڪجي. رسمون، رواج ۽ شريعت پلي هر ڪنهن جي پنهنجي پنهنجي رهي پر هن روحاني سائنس کي هرڪو عملي روپ ڏئي ۽ پنهنجي شرير جي اندر آتما کي پرماتما سان ملائڻ جو تجربو حاصل ڪري. هر ڪنهن انسان جو شخصي مذهب آهي سندس آتما جو پرماتما سان جوڙڻ جو تجربو.

نانڪ، ساچي ڪثر سچ جاڻ."

(سري راگ محله ٣، ١٨-١٥)

ڌرم انهيءَ سچ سان جڙڻ جو نالو آهي. مهاتمائن پنهنجي آتمائن کي پرڀوءَ سان جوڙيو ۽ انهن تجربن پٺيءَ روحاني منڊلن ۾ حاصل ڪيل انيو کي ڌرمي گرنٿن پوٿين ۾ ورڻن ڪيو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن به گرنٿ پوٿيءَ يا مت متانتر

انهيءَ لاءِ نہ آتما پرماتما جو رنگ پکڙي سندرءِ ٻرڙ لي ٻوي. اهو ٻـِـن پنهنجي آتما کي خوراڪ ڏيڻ کي ءِ انهيءَ ڪاموءِ جسم کيء اٿين ڪرڻ سان اسانجي اندر آتمڪ گڻ پيدا ٿيندا. انهيءَ لاءِ اهم ضروري آهي ستسنگ يعني سچ جو سنگ. ان لاءِ ڪنهن ڪامل پرش جي صحبت جنهن جي آتما پرماتما سان ملي سندس دلاري اي چڪي آهي. اهڙن روحانيت جي صاحبن جي محبت ڪبو ءِ پنهنجي آتما کي ڪل مالڪ سان جوڙيي رکو.

ڪايا اهاڻي سندر آهي جنهنجي اندر آتما پنهنجي پتي پرماتما الوا شبد يا نام سان جڙيل رهيتي. انهيءَ ميلاپ دواران ئي آتما کي سچو سهاڳ مليتو يوءِ شرير ٻهي يا رهي تنهنجو ڪر فڪر لتو رهي ءِ اهـو سـپ پيد صرف ستگورو شيرا دواران گورمک ٻڻجڻ سان مليتو. اهو آتمڪ ڏن، عقل ءِ چترائيءَ سان حاصل لتو ٿي سگهي ءِ صرف پرماتما جي ڪرپا دواران مليتو.

”ڪانيا ڪامڻ اَتد سئالتو، پر ڦـيي جس نالي لا
پر سچي ٿي سدا سهاڳڻ گر ڪا شبد سمالي.“
(سوهي محلہ ٣، ٥-٧٥٤)

”گرمک هووي س ڪانيا کوجي،
هور سـپ ڀـرم ڀلائي.
جسدو ديئہ سوئي جسن پاوي،
هور ڪيا ڪوڪري چترائي.
سا ڪانيا جو ستگر سيوي، سچي آپ سراوي.
ون ناوي دربوئي ناهي، نا جر ڪري خراوب.
نانڪ سچ وڏيائي پائي، جسدو هرڪرپا ڌاري.“
(سوهي محلہ ٣، ١٣-٧٥٤)

هر وقت پنهنجي شرير کي سجائڻ ۽ سنوارڻ ۽ انهيءَ جي پرورش ۾ لڳو رهڻ سچ پچ بت پرستي آهي ۽ پنهنجي اندر آتما کي سجائي ۽ سينگاري پرماتما سان جوڙڻ جو نالو آهي خدا پرستي يا ايشور پوڄا. پر اسين انهيءَ طرف ڪو ڌيان ڪو نه ٿا ڏيون. ايتري قدر جو اسانکي سوجهي ئي ڪانهي ته آتما جو پالڻ پوشڻ ۽ سينگار ڪيئن ٿيندو آهي؟ درحقيقت شرير کان اول آتما جي سينگار جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته شرير آهي گهر ۽ آتما آهي ان ۾ نواسي. ويڙهو گهر جي صفائي ۽ ٺاهه جوڙ مان ڪهڙو فائدو، جڏهن انهيءَ ۾ رهندڙ بکيو پياسو ۽ بي هوش پيو هجي! ڀلا ان گهر ۾ رهندڙ ۽ پوءِ ئي گهر جي ضرورت آهي. پر اسين پنهنجي اصليت کي ڀلائي شرير روپي گهر جي محبت ۾ اهڙا مدهوش ٿي ويا آهيون جو پاڻکي انهيءَ گهر جون ديوارون ۽ ڇت سمجهي ويٺا آهيون يعني گهر ۾ رهندڙ خود گهر بڻجي پيو آهي. جيڪڏهن اسين هن گهر کي سندر ڏسڻ ٿا چاهيون ته پوءِ اسانکي انهيءَ جي اندر رهندڙ آتما کي سندر بڻائڻ کپي. هن گهر کي ڪير قائم رکي سگهندو؟ هي گهر ته روز پيو ڀڄي ۽ وڃي ٿو ڏينهون ڏينهن پراڻو ۽ بيڪار ٿيندو. هي هميشه ھڪجهڙو نٿو رهي ۽ هڪ ڏينهن ضرور هنکي ڇڏڻو آهي. تون آتما آهين نه ڪ شرير. شرير استر نه آهي. انهيءَ ڪري شرير جي مناسب ديک ريک ڪندي پنهنجي آتما جي بيڪ (جا ٻنهي پرن جي وچ ۾ اکين جي پٺيان آهي) شو نيتر ۾ لڳاءِ ۽ ڪنهن ڪمائي واري مهاتما جي سکيا انوسار انکي پرماتما سان جوڙ.

”ڪوني جن هر سڱ ديوي جوڙ،
ڇرن گهڙ، انڪڙ شپ رسنا، ديجي پران اڪور.“
(جڦسري محل ٥، ٦-٧٠١)

## تن پرستي ۽ ايشور پوڄا

انسان چيتن آتما ۽ جڙ شرير جو مرڪب آهي. جيتري قدر هو جڙ آهي، (١) جڙ لمه جا قانون هن سان لاڳو رهندا. جيتري قدر هو جاندار آهي، (٢) جسم جا قانون هن سان لاڳو رهندا ۽ جيتري قدر هو چيتن آهي اوتري قدر (٣) چيتن جاندارن جا قانون انسان سان لاڳو رهندا جي ڪيس پيهنجي پالن پوشن ۽ آرام جي لاءِ يتن ڪرڻ لاءِ پرارٿا ڏين ٿا. جيستائين منش انهن جي دائري اندر وينو آهي ليستائين دکن سان گهيرايل رهندو. جڏهن انهيءَ ڪان مٿي آتما سان لعلق جوڙيندو تڏهن ئي هو سک جو پيدار پائي سگهندو. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

”دپهه ڌر سکيا ڪوئي نه ديکا،
جو ديکا سو دکيا هئه.“

انهيءَ باري مهاتما بڌ جو به ڪٿن آهي نه جسماني زندگي دک روپ آهي.

Physical life is all misery.

---

نوٽ:- (١) جڙ لمه جا قانون آهن:- (١) ڪشش (٢) لگاو (٣) انهرائي (۴) پرواهه شڪتي.

(٢) جسم جا قانون:- (١) پالڻ پوشڻ (٢) وڌڻ (٣) وڪاس (۴) آلر وستار.

(٣) چيتن جاندار جا قانون:- (١) اُڃ (٢) بک (٣) لي چٽي محسوس ڪرڻ.

اڄاڻ. سائنس جي تجربي ڪرڻ کان پهرين اسين تسلي ڪندا آهيون ته سڀ اوزار صاف آهن، انهن تي ڪنهن ٻاهران ناموافق چيز جو اثر نه ڪونهي ۽ ٻاهرين ميل ميلاپ کي ڇڏي سڀ دروازا بند ڪري ڌيان کي ايڪاگر ڪري انهيءَ تجربي کي ڪندا آهيون. اهو عام ڏٺو ويو آهي ته عام ماڻهو پراڻين رسمن کي ڇڏڻ ۾ پاڻ فخر ٿا وٺن. پراڻا سڪا پوءِ اهي ڪٽي ڪيترا قيمتي يا اتهاسڪ هجن، ٽڪسال ۾ وڃڻا ٿي پوندا، جي انهيءَ موجوده سرڪار جي راڄ ۾ هلندڙ آهي. انهيءَ ڪري اڄ اهو اهم ضروري آهي ته ويهين صديءَ جي دنيا اڳيان ٻاهر سکي ۽ اي معنيٰ رسمن کي ڇڏي سوڦي صدي ۽ اوس روحانيت جو آدرش رکيو وڃي. اڄ ڪلهه مختلف مت متانترن جي پوئلڳن ۾ جيڪا تنگدلي ۽ دشمني نظر اچي رهي آهي اها انهن مذهبن جي ٻڌايل ڪمدڙن جي سکيا جي ڪارڻ ڪانهي بلڪ انهيءَ سبب جو اسين انهن جي سچي تعليم کان ناواقف آهيون ۽ سوارٿي، اڳيان ۽ تعصب سان ڀريا پيا آهيون.

آهن جنکي پاڻ سان من جون واشنائون ختم ٿيو وڃن ۽ اهڙي ساڌڪ کي ڪٽي سر لڪائڻ واسطي جهوپڙي به نه هجي ته به هو پرسن چت رهيتو. ڌرم جي مارگ ۾ گهٽيئي رڪاوٽون آهن. سڀ انسان جن ۾ سمت مهاتما به اچي وڃن ٿا دنيا لياڳين ٿا. موجب ڪانوء سندن سکيا ۽ سنديش ۾ ڪٿين من گهڙت ڳالهيون ملائي انکي موڙيو ۽ ڦيرايو وڃيتو. سنتن جي رسائيء ۽ الهام مان سائنس جي ايجادن وانگر اسين فائدو نٿا وٺي سگهون ڇاڪاڻ ته اسان وٽ ڪوبه اهڙو جسماني معدو ڪونهي جنهن دواران اسين روحاني رسائي ۽ تجربن کي سنسار جي سامهون رکون جيئن سائنس ۾ ريڊيو دواران سڄي دنيا سان لهر وچڙ ۾ اچي سگهجيتو يا هوائي جهاز تي سوار ٿي وشو جو سير ڪري سگهجيتو.

سنت جي رسائيء کي سمجهڻ لاء انسانکي خود هن شريرو رواي پريوگ شالا (Laboratory) ۾ اندر وڃي سنتن جي هدايت انوسار پهنجو تجربو ڪرڻو پوندو ۽ اهو تجربو هرڪنهن کي الڳ الڳ پهنجي اندر ڪرڻو پوندو، يعني روحاني تجربا شخصي يا ذاتي آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو روحانيت جو ٺيڪه مندرن، مسجدن، گوردوارن، گرجن، گرنٿن پوٿين ۽ سمرتين مان نٿو ملي سگهي. روحانيت جي ثابتي صرف اهي زندہ مهاتما آهن جن پرماتما جي هستيء جو ذاتي تجربو ڪيو آهي ۽ هر وقت ڪن پيا. جڏهن هو اهڙو الهام حاصل ڪنتا تہ پوء دنيا هنکي ٿم معلوم ٿئيتي. الهيء اليو کي پاڻ لاء جيئن سائنس جا اصول آهن تيئن روحانيت جا به اصول آهن جهڙوک سچي ۽ پوتر زندگي ۽ هوشياريء سان من کي ڪاهون رڪاوٽن، اندرين واسنائن ۽ سنسار جي ڦرندڙ گهرندڙ حالتن جي اثرن کان

گھرن • ايڪتا يا يڪسوئيءَ جي اوستا کي پراپت ڪرڻ لاءِ
انسان ٻنهي طرف ڪوشش ڪري ٿو. هڪ ته دنيوي پدارٿن
تي ايترو ضابطو رکڻ نـو چاهي جو مرضيءَ موجب انهنکي
ڪم آڻي سگهي ۽ ٻئي طرف سندس اها به ڪوشش آهي
ته پنهنجن اندرين ڀاونائن تي سندس ايترو ڪنٽرول رهي
جو ٻاهرين حالتن جي ڦيرگهير جو مٿس اثر نه ٿئي. ٻاهرين
ڪوشش اسانکي سائنس جي دائري ۾ کڻي ٿي وڃي ۽ ٻي
ڌرم جي. برقي ڪڻن (Electrons) کان وٺي ستارن تائين
جيڪي ڪجهه هن سنسار ۾ نظر اچي ٿو سو سائنس جي دائري
۾ اچي وڃي ٿو. انهن پرتڪ پدارٿن دوارا جيڪي اسانجي
اندر جذبا ۽ امنگ اٿن ٿا سي به سائنس جي کوج جي
دائري ۾ اچي وڃن ٿا. انهيءَ دائري جي اندر اسين هر هڪ
چيز کي پنهنجي حواسن دوارا ڏسي ٻڌي ۽ سگهي سگهون
ٿا. پر اندر جي دنيا نرالي آهي. اها اسانجون اندريون
پهچي نٿيون سگهون. جيئن ته سائنس ۾ مقدار (Quantity) ٿئي
تو مثال طور ٻه اڌ روٽيون گڏيون ته هڪ روٽي ٿيندي پر
ٻه اڌوري عقل وارا گڏبا ته ڪو پوري عقل وارو نـه ٿيندو.
جيئن ته سائنس ۾ جاچ پرتال لاءِ ٻاهرين ساز و سامان مان گهڻي
مدد ملي سگهي ٿي ۽ جن جي دوارا ان بابت گهڻيئي تجربا
به ڪري سگهجن ٿا. سائنس جي تجربن ۽ نتيجن کي اسين
ڏسي به سگهون ٿا. انهن سببن ڪري سائنس جي هن
دنيا ۾ خاص عزت آهي. سائنس جا نت نوان تجربا پيا ٿين
۽ اگتي به ٿيندا رهندا. دراصل، انهن جو نـه ڪو انت
آهيئي ڪونه. ڌرم جي رسائي ڏورڏام تائين آهي ۽ اهڙا
ساڌڪ آهن جن انهيءَ منزل تائين رسائي حاصل ڪئي آهي. ڌرم
آهي آتما جو پنهنجي اندر دائمي خوشي، پورنتا ۽ من تي
ضابطو حاصل ڪرڻ. خوشيءَ جا اَلٽ ڀنڊار انسان جي اندر

سنتن لاءِ اها هڪ ذاتي تجربي جي چيز آهي. انهيءَ آزاديءَ کي چنجي نہ سگهبو. ڪيترا ماڻهو سمجهن ٿا ته اصلي ارهنتا سمجهڻ ۽ مثال ڏيڻ جو گهڻو آهي ته پتو وانگر بيجان ليڪ، بوند جو سمنڊ ۾ ملڻ وجهڻ يا جوت جو جوت ۾ سمائجڻ آهي ڪتي. پر درحقيقت ۽ من جي بندن مان مڪت ليڪ ٿيڻ آهي ڪتي. تعلق ۽ لاتعلق. لاتعلق هوندي به سڀ تعلق باقي رکڻ، انهيءَ اوستا کي سمت سڏين ٿا مڪتي. پرماتما جو پورو پورو ڏاڪو آهي گورو پڄڻ ۽ بيو نام پڄڻ جنهن ذريعي مڪتي حاصل ٿيندي. هي جيڪا نه مڪتي حاصل ڪرڻ جو مضمون آهي ۽ ڏڪرام پهچڻ جو واحد مارگ.

” حافظا خلد برين خانهٔ موروث ما است. “

يعني:- اي حافظ! مقام حق يا بهشت اسانجو موروثي گهر آهي.

جيڪڏهن سائنس ۽ ڌرم جي نعمتن ۽ انهن جي مختلف دائرن تي ويچار ڪبو ته معلوم ٿيندو ته ٻنهي جي وچ گهرو سمبنڌ آهي. سڀئي جاندار جيون (جنهن ۾ انسان به اچي وڃي ٿو) ٻن وانيو منڊل جي ٻنهي قسمن جو پرڀاءُ پوي ٿو. هڪ اندروني، ٻيو ٻاهريون. انهن اثرن جي ڪارڻ حد مقرر ڪانهي ۽ سڀئي سنسار ۾ وياپڪ آهن. انسان ۾ عقل هڏي ۽ گيان آهي ۽ اهي وصفون ٻين جاندارن ۾ ڪونهن. انهن ٻوارن انسان پرڪرتيءَ تي وجئه پاتو. جيستائين انسان جي اندروني ۽ ٻاهرين اوستائن ۾ ايڪتا رهندي تيستائين هو خوش رهندو يعني جيستائين سڀ ڪجهه اسانجي مرضيءَ مطابق ٿيندو اسين خوش رهون ٿا. پر اهو اسانجو عام تجربو آهي ته اها ايڪتا جي حالت گهڻو وقت قائم نٿي رهي. ڇاڪاڻ ته اهي اوستائون لڳاتار قائم نٿيون رهن ۽ ٻيون قوتون

”تو براي وصل ڪردن آمدي،
نه براي فصل ڪردن آمدي.“
(مولوي روم)

اها سڪيا قدرت جي انهن نعمتن جهڙوڪ روشني، هوا ۽ پاڻيءَ وانگر سڀني لاءِ مفت آهي.

## سائنس ۽ ڌرم

سائنسدان عام طور سمجهن ٿا تہ ڌرم صرف هڪ وهم آهي (Bundle of superstitions) ۽ انسان مذهب ڪانسواءِ بہ آرام بہ اهڙيءَ ريت زندگي گذاري سگهنٿو، جهڙو ڌرم ڪي پالن ڪرڻ سان. سائنسدان جن جو ڌرم بہ وشواس ڪونهي سي هوڪا ڏيندا وتن تہ ڌرم آهي انسان لاءِ هڪ قسم جو آفيم (Religion is the opiate of the people) ۽ ٻئي طرف جيڪي ڌرم جي ٽيڪ وٺن ٿا سي چون ٿا تہ سائنس وناش ۽ بربادي‌ءَ جو سامان پيدا ڪيو آهي ۽ دنيا بہ لڙائي ۽ بي چئني ڦهلائي آهي. وگيانين جو رايو آهي تہ انسان بہ من پرڌان آهي ۽ جي من کي ٽيڪ رکيو وڃي تہ پوءِ آتما (جيڪڏهن ڪا اهڙي چيز آهي بہ) پنهنجو پاڻ ٺيڪ رهندي. هنن جي پرارٿنا آهي ”هي مالڪ! (جيڪڏهن ڪو آهي) منهنجي آتما (جيڪڏهن ڪا آهي) جي سار لهہ.“ هنن کي آتما ۽ پرماتما ٻنهي جي هستيءَ بابت سند بہ آهي.

سنتن مهاتمائن جو اپديش آهي تہ آتما شرير روپي قيد بہ قائل آهي ۽ چنچل من انهيءَ جو چوڪيدار آهي. انهي ڪري انساني زندگيءَ جو اُتم آدرش صرف اهو ٿي سگهي‌ٿو تہ آتما کي انهيءَ قيد مان ڇڏائي پرماتما سان ملائجي

لي نہ پوء ھو چاھي گرھست ۾ رھي چاھي سنياس ۾، ڪجھ فرق نہ پوي . سنتن مھاتمائن جو اصلي اُپديش آھي. ھو ڪنھن نہ ڪنھن سماج ۾ ضرور رھيا پر انھن جو اصلي مقصد آھي غافل ۽ اڻڄاڻ آتمائن کي جاڳائي، سرت شبد يوگ جو اڀياس ڪرائڻ . انھيءَ ڪري ھو قومي ۽ مذھبي جھڳڙن ۽ بکيڙن کان هميشه دور رھيا . ھو نہ ڪو نئون دين يا ڌرم جاري ڪندا ۽ نڪو ڪنھن پراڻي ڌرم يا مذھب کي ٽوڙين ٿا .

سڀني ڌرمن جي بنياد ۾ سرت شبد جي اڀياس جي هدايت آهي . پر اھا ڏاڍي ڏاڍي گم ٿيندي ٿي وڃي ۽ صرف انھيءَ جي ٿڪ رھجي ويئي آھي . سنتن جي سکيا ڪنھن گرنٿ پوليءَ يا ڪرم ڪانڊ جي نيمن سان تعلق نٿي رکي . سندن سکيا جو زور آتمڪ اُنتي ۽ آتمڪ منڊل جي چڙهائيءَ تي آهي جنھن جي سرجھي صرف ستسنگ ذريعي پئجي سگھي ٿي . ھي سکڻ ۽ پڙھڻ جو مضمون نہ آھي . جڏھن آتمڪ آنند اندر ۾ حاصل ٿيندو تہ من انھيءَ ۾ مگن ٿيو وڃي ۽ آتما کي شانتي ملندي . جڏھن اھا اوستا قائم ٿي وڃيندي تہ پوءِ ڪال ۽ مايا جو ڦرنو بہ نہ ٿو اٿي . سنتن جي سکيا در اصل آتم گيان آھي جو ھا لکڻ پڙھڻ جي پرابت ڪجھ . سنتن مھاتمائن جي جيون ٿي نظر وجھي ڏسو تہ ھنن آتمڪ گيان ۾ ڪيڏي نہ ڪماليت حاصل ڪئي ! مختلف قومن ۽ مذھبن ۾ رھندي بہ سندن اصول ھڪ ئي رھيو آھي جنھن ۾ ڦيرڦار جي ڪا گنجائش نہ آھي . سنتن جو ڏيکان وسمن رواجن ۽ ڪرم ڪانڊ جي جھڳجھٽن ڏانھن نہ وڃي . ھو جيون کي روحاني راه ڏيکاري مالڪ سان ملائين ٿا ۽ نہ ڪ مالڪ کان وڇوڙين ٿا .

جن اپياس ڪري پنھنجي اندر ايڪانت حاصل ڪئي آهي سي دنيا جي پيڙ پاڙ ۾ رهندي به ايڪاگرتا ۾ رهي سگهن ٿا ۽ هو جنھن وقت به چاهين پنھنجي اندر سچي استرتا جو آنند وٺي سگهن ٿا. اهڙي شانتي ۽ استرتا ٻاهر ڪٿي به نٿي ملي سگهي. جي چت جي ورتي استر نه آهي ته ٻوءِ جهنگل پهاڙ ۽ ندين جي ايڪانت مان ڇا ورندو؟

ڌرم کي ان حصن ۾ ورهائي سگهجيتو، هڪڙو سماجڪ ۽ ٻيو روحاني. سماجڪ ڌرم جو مطلب آهي ڪنھن خاص سماج يا سوسائٽي ۾ ملي جهلي ورتڻ، سماجڪ نيمن ۾ سڌار آڻڻ، پراڻن يادگارن ۽ وڏن ڏينھن کي ملهائڻ ۽ ٻين ڪيترن ڪرڻ. اهو نيتي سکيا جو مارگ آهي. روحاني ڌرم جو مقصد صرف آتمڪ آهي جهڙوڪ آتما ڇا آهي؟ هن جو پرماتما سان ڪهڙو تعلق آهي؟ روحاني ڌرم جو مقصد آهي روحاني ترقي ۽ آتما جو پرماتما سان ميلاپ. انھيءَ لاءِ ته انسان هن زندگيءَ ۾ ئي سڀني ٻڌنن کان آزاد ٿي ايشوري انيو پراپت ڪري مالڪ ۾ لين ٿي وڃي.

انسان سماجڪ پراڻي آهي ليڪن سماج جو بنياد روحاني ترقيءَ تي ٻيٺل آهي. جهڙي طرح شرير جي سوڀيا صرف آتما جي ڪارڻ آهي ۽ آتما بنا، شرير بيڪار آهي اهڙي طرح آتمڪ اُنتيءَ جي دوارن ٿي سماج جو شان ٻڌي ٿو ۽ جتي اها آتمڪ اُنتي نٿي ٿئي اتي تنگدلي، تعصب ۽ خود غرضيءَ جو دؤر زور وٺي ٿو ۽ مت متانتر جي وچ ۾ دشمني ۽ جهڳڙا ٿيو پون.

اڄ ڪلهه سماجڪ ڌرمن جي ڪمي ڪانهي. ڪمي آهي ته روحاني ڌرم جي. انسان کي پنھنجي اصلي جوهر جي ڄاڻ هئڻ ضروري آهي ۽ جڏهن انهيءَ جي سوجهي پئي

تلسي داس جن ڏ راماڻ جي ٻال ڪانڊ ۾ فرمائين ٿا:-

"ٻن ٻــد چلي سڀي ٻن ڪانا،
ڪر بن ڪرم ڪري بدهي نانا."

(تلسيداس جي)

سڀ ڪان ٻهرين اسانکي پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻو آهي ۽ اهو تڏهن ٿي سگهيتو جڏهن اسين پنهنجي ٻاهر ڀٽڪندڙ خيال کي روڪي اندروني دنيا ۾ داخل ٿي سن اوستا پراپت ڪبون. صرف تڏهن ئي آتما پرماتما کي ڏسي سگهندي. پرمارٿ جو اصلي مقصد آهي آتما ۽ پرماتما جو ميلاپ. مهاتما ٻڌ جو فرمان آهي ته پرم ستيه جو انهو صرف پنهنجي اندر ئي ٿي سگهيتو. جرمن فيلسوف شوپن هاير ٻه لکي ٿو ته سک ۽ شانتيء جو چشمو انسان جي اندر آهي. بائبل ۾ ٻه لکيل آهي ته پرماتما جي بادشاهت انسان جي اندر آهي.

The Kingdom of Heaven is within you

روحاني سفر کي طئه ڪرڻ لاءِ گهر ٻار ۽ ڪم ڪار ڇڏڻ جي ضرورت نه آهي ۽ نڪو قوم يا مذهب بدلڻ جي ضرورت آهي. دنيا جا ڪم ڪار ڪندي ٻه اها ياترا ڪري سگهجي ٿي. پر انهيء جو پيد پوري ستگوروء وٽان ملندو.

"نانڪ ستگر ڀيٽئي، پوري هووي جگت،
هسند تا کيلند تا پئند تا کاوند تا
وچي هووي مکت."

(گوجري وار محل ۵، ۱۰-۵۲۲)

دنيا کي تياڳي بن ۾ وڃڻ جي ضرورت ڪانهي. پنهنجي اندر وريء کي ايڪاگر ڪرڻ ئي سچي ايڪانت آهي.

"سر ايڪانتي جس ردا نام."

(بسنت محل ۵، ۱۷-۱۱۸۰)

کي ڄاڻڻ جي بلڪل پرواهه نٿا ڪيون. جسماني تڪليف (بخار، درد وغيره) کي دور ڪرڻ لاءِ علاج ضرور ڪيون ٿا ليڪن مانسڪ روڳن جي علاج جي باري ۾ ڪڏهن سوچيون بہ نٿا. اسين نہ سچي زندگي ڪاڻ ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ ۾ گذاري ٿا ڇڏيون ۽ رات ڏينهن دنيوي پدارٿن جي پراپتيءَ ۾ سرگردان ٿا رهون. پوءِ ڀلا ڪيئن پنهنجي اُرپرءِ کي اندر ڏسي سگهنداسين؟

”ندري آوي تس سئہ موهہ،
ڪئہ مليئي پرڀ اَبناسي توهہ.“

(بلاول محلہ ۵، ۷-۸۰۱)

جيئن انسان کي ڏسڻ لاءِ ٻاهريان اکين جي ضرورت آهي، ٻڌڻ لاءِ ٻاهريان ڪنن جي ضرورت آهي ۽ ڳالهائڻ لاءِ زبان جو محتاج آهي سو روحاني نقطہ نگاهہ کان مڙده آهي.

پريتم کي پنهنجي اندر ئي ڏسي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري پنهنجي اندر جهاتي پائڻ گهرجي. اندران ئي سک ۽ شانتيءَ جو خزانو ملي سگهي ٿو. شبد روپ ۾ مالڪ سڀ هنڌ حاضر ناظر آهي ليڪن انهيءَ کي ٻڌڻ لاءِ دنيا جي شور غل کان هٽي پنهنجي ورتيءَ کي اندر ايڪاگر ڪرڻو پوندو. اندروني سفر پيرن بنا طئہ ٿئي ٿو، بنا اکين نظر اچي ٿو. الي بنا هٿن ڪم ڪار ٿئي ٿو ۽ بنا ڪنن ٻڌجي ٿو.

”اَکي ٻاجهہ ويکڻا، ون ڪنا سنڻا.
پيرا ٻاجهہ چلڻا، ون هٿا ڪرڻا.
جيڀي ٻاجهہ بولڻا، اِءُ جيوت مرڻا.
نانڪ حڪم پڇاڻڪي، تئہ خصمي ملڻا.“

(ماجهہ وار محلہ ۲، ۲-۱۳۹)

# ظاهري ۽ اندروني ڌرم

سائنس ظاهري دنيا جو علم آهي، شريعت جسماني رهڻ سهڻ جو مضمون آهي ۽ روحانيت آتما ۽ شرير جي اندروني معاملن جو گيان آهي. روحانيت ڇنڊي لهر مالڪ جي اندر پهچڻ ۽ هن سان ميلاپ ڪرڻ جي سائنس آهي. هيءَ هڪ لاثاني ۽ نرالي حقيقت آهي. انهيءَ ڪري روحاني ڌرم يا سنت مت ڪمائيءَ ۽ مشاهدي جو مضمون آهي. جڏهن دوارا روحاني ترقي ٿيندي ۽ زندگيءَ جو رخ بدلجي ٿو. عقل ۽ بڌيءَ جي وڪاس کي روحانيت لئه ڪرڻي چاڪاڻ نه سچي روحانيت يا پرمارٿ اهو آهي جڏهن ۾ انسان جي سموري هستي جاگرت ٿيندي ۽ وڃي ڪل مالڪ ۾ سمائجي لي. سچو روحاني انڀو حاصل ڪري آتما نهال ٿيو پري ۽ هڪ خاص قسم جي استرتا ۽ آنند پراپت ڪري ٿي. جن پيارن اهو انڀو حاصل ڪري مالڪ جو درشن ڪيو آهي انهن کي مالڪ جي هستيءَ بابت دليل ڏيڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. حالانڪ مالڪ جي ميلاپ جو انڀو عقل ۽ بڌيءَ جي دائري کان پري آهي ته به دليل ۽ عقل جي خلاف نه آهي. جيڪي مالڪ ۾ مگن رهن ٿا سي به انهيءَ آنند کي پوريءَ طرح ورڻن نٿا ڪري سگهن. ڇاڪاڻ ته اهو انڀو دراصل لاثاني آهي. هي جسماني اکين دوارا ڏٺو لي نٿو سگهجي. انهيءَ لاءِ اروڙ شانتيءَ ۽ استرتا جي ضرورت آهي. سچي روحانيت واد ويواد، سوچ ويچار ۽ انڪل سنڪل کان پري هڪ چيز آهي ۽ اها آتما ۾ پرڪاش جي روپ ۾ پرگهٽ ٿئي ٿي.

ظاهري علم اصلي حقيقت کان پري آهي. اسين نه صرف ٻاهرين دنيا حاصل ڪرڻ ۾ لڳا پيا آهيون ۽ اندروني راز

اسانجي شرير کي ڏه اوزار آهن :- پنج ڪرم اندريون ۽ پنج گيان اندريون، جن جو تعلق جسماني اعمالن سان آهي. دل جا چار اوزار آهن- چت (چتن يا خيال ڪرڻ جي شڪتي) من (مَنن ڪرڻ جي شڪتي) بُدي (وچار جي شڪتي) ۽ اهنڪار (اهم ۽ ڀنتي ارادي جي شڪتي). انهن چئني جو تعلق عقل سمجهه جاڻ ۽ ڄاڻڻ سان آهي ۽ گيان انهن دوارن اُپن ٿئي ٿو. آتما جو اوزار آهي سرت يا ڌيان ۽ سندس ڪم آهي ايڪاگرتا. ڪرم شرير دوارا نين ٿيا، تميز دل دوارا ۽ خوشي آتما جي ذريعي محسوس ٿئي ٿي. جيڪڏهن جسم دل ۽ آتما جي اندران هڪڙوني شُر نڪري ته پوءِ جيڪر زندگي خوشحال ۽ آدرشي بڻجي پوي. جسماني ورزش ڪرڻ وارو انسان پهلوان بڻجو پوي ۽ عام لوڪ هنجي عزت ڪندا. دل يا عقل جي ورزش ڪرڻ سان انسان داناءُ ۽ بُدبمان ٿئي ٿو ۽ سندس ناماچار ڦهلجو وڃي. آلمڪ ابڀاسي لڪين انسان کي پرياءِ وجهيئو ۽ سڀ هنجي عزت ڪندا. هو هر وقت خوش مزاج رهيئو ۽ شبد جي گونجار هر وقت هنجي اندر ٻُڌندي رهيئي. انهد شبد کي اُٿندي وهندي ٻڌڻ ئي ”سرتي“ آهي، اهوئي پرانن دوارا گانو آهي ۽ اهوئي آتما جو آنند آهي. انهد ڌن ۾ قدرتي ڪشش آهي ۽ انهيءَ جي ٻڌڻ سان من ايڪاگر ٿئيٿو. اهو نقد ڌرم آهي جنهنکي سرت شبد يوگ چئجي ٿو ۽ جنهنجو ڀيد پوري گروءَ وٽان ملي سگهيئو.

حي سوچهي عقل ۽ ٻڌيءَ جي ڪوشش سان حاصل ٿي
سگهجي ٿي سي انهيءَ ۾ پاڪ والگر پليل آهن.

برهماسم ٻيو هڪ اهڙي هستي آهي جا سڀ عام ۽
گيان کي سهارو ڏئي ٿي. سنت مهاتمائن جو زور انهيءَ
نقطي تي آهي ته صرف ساڌنا دواران آتما ۽ برهما جو گيان
حاصل ٿي سگهيو. انهيءَ کي هو نند ڌرم سڏين ٿا جنهن جو
تجربو هن زندگيءَ ۾ ئي ٿي سگهيو. جيئرءَ ئي پنهنجي
اندران اندرين دواران اشوري پرڪاش ڏسي سگهجي ٿو
۽ اندروني ڪنن دواران انهد جي جهنڪار ٻڌي سگهجي ٿي.

" خواهد چشم سـر معشوق ديدن ،
ڪلامش را بگوش خـود شنيدن. "

اهو ئي طريقو آهي الل وشراس ۽ پورن آنند پراپت ڪرڻ
جو. نند ڌرم جو مطلب آهي ته سنسار ۾ پيوءَ جو روپ نظر
اچي ۽ سندس شوا جو رنگ چڙهي. موسع ڪانوره مکتيءَ
جو ڪوڙو اعتبار آهي؟ انهيءَ نند ڌرم کي برعڪس "ڪليل
ڌرم" (Open Religion) سڏيو آهي. انهيءَ جي خلاف
"اُڌار ڌرم" کي برعڪس "بند مذهب" (Closed Religion)
ڪوٺيو آهي. اُڌار ڌرم آهي هڪ رسمن رواجن جو مجموعو
جو موسع ڪانوره تل ڏيڻ جو واعدو ڪري ٿو. اهو صرف
زباني جمع خرچ آهي جنهن جو ڪوبه پروسو ڪونهي. اج
اسانکي نند يا کليل ڌرم جي ضرورت آهي جنهنجي لهرن
۾ آتما اشنان ڪري امر جيون پائي باغ باغ ٿي وڃي. برهما
۽ برماروت کنهن خاص ڌرم يا مذهب جي جاڳير ڪانهي.
انسان آتما، دل ۽ شرير جو مرڪب آهي ۽ انهي ٽنهي ڏس يعني
آتمڪ، دلي ۽ جسماني ۾ سندس وڪاس ٿي سگهيو.
انهيءَ ڪري جنهن انسان جو ڌيان آتمڪ التيءَ ڏانهن
لڳندو اهو ئي پنهنجي اندر روحانيت جو جلوو ڏسي سگهندو.

اسانکي پنهنجي آتما جا اگيان جي ٻوڏن ۾ قيد آهي تنهنکي آزاد ڪرڻو آهي ۽ اها اوستا ٻار ٻرهم ۾ ٻڏڻ ئي سگهي ٿي. اهڙي طرح آتما روپي قطري کي پرماتما روپي ساگر ۾ ملائڻ جو نالو آهي ڌرم يا مذهب. پرمارٿ ڌرم جي جان آهي، اندروني جوهر آهي. سنت مهاتما انهيءَ سچي پرمارٿ جي سکيا دنيا کي ڏيڻ آيا. اسين عام لوڪ انهيءَ کان بي خبر آهيون حالانڪ اهو ئي اسانجي زندگيءَ جو آڌار آهي. انهيءَ روحانيت جي جهلڪ انهيءَ وقت محسوس ٿئي ٿي جڏهن ساڌنا دوارا اندرين ۽ من کي ايڪاگر ڪجي ٿو. عقل ۽ بڌيءَ دوارا اهو انڀو حاصل ٿئو ٿي سگهي. سوچ ويچار ذريعي يا بڌيءَ ڪلپنا دوارا انهيءَ کي پائڻ ناممڪن آهي.

"سوچي سوچ نه هوئي، جسي سوچي لک وار،
سهس سياڻپا لک هوهه، نه اڪ نه چلي نال."
(جپ جي -۱)

سو جيئن شراب جي پياس اچهڙ جي نه آهي تيئن روحانيت جي پراپتي سوچ ويچار دوارا ناممڪن آهي. سينٽ آگسٽن (Saint Augustine) سمنڊ جي ڪناري تي واهي پنهنجي پستڪ (De Trinitate) دي ٽرنيٽيٽ جي باري ۾ سوچي رهيو هو نه ڇا ڏسي نه هڪ ننڍو ٻالڪ سپ (Shell) سان سمنڊ مان پاڻي ڀري هڪ سوراخ ۾ جو هن ريتيءَ جي وچ ۾ ٺاهيو هو، پيو وجهي. ٻالڪ کان پڇيائين ته تون ڇا ڪري رهيو آهين؟ هن وراڻيو ته مان سڄي سمنڊ جو پاڻي خالي ڪري هن سوراخ ۾ وجهڻ ٿو چاهيان. تنهن تي سينٽ آگسٽن چيس ته تنهنجي ته ساري محنت فضول ويندي. ٻالڪ جواب ڏنو ته آخر ڪچ ته منهنجي محنت مان فائدو نڪرندو. اهڙي طرح جيڪي سمجهن ٿا ته پرمستي،

جو سارليءَ پاڻ چاهيو ته ته پوءِ شريعت جا بندن ٽوڙي سچي مالڪ سان ليئون لڳايو.

"گرهمي خواهيد پيوستن باراسي واعطان،
بايد از دنيا و دين كردن شمارا انقطاع."

## ڌرم جي شروعات ۽ نقد ڌرم

ڌرم اسانجي اندر شروع ڪيئن ٿو ٿئي؟ جڏهن انسان محسوس ڪري ٿو ته زندگيءَ ۾ هو پورڻ ريءَ آزاد نه آهي ۽ انهيءَ ڪري انجي اصلي راز جي کوج ۾ لڳي ٿو ۽ زندگيءَ جي "ڇو" ۽ "ڪيئن" کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. انسان جي زندگيءَ جو ڏيو ۽ سهارو آهي ڇا؟ جي آهي ته انهيءَ کي ڀاڻ ڄڪائي. ڌرم جي اِتا سچي جڳياسا جڏهن انسان جي اندر اڀري ٿي ٿي اهو ظاهري مت متانترن کي پهنجو آدرش نه ساڃهيندو ۽ نه ڪڏهن ۾ ڌرم نيم ۽ سڌانت کي مڪمل سمجهندو. اهڙو جڳياسو سدائين انهيءَ آدرش جي کوج ۾ رهندو جو امير لوڙي غريب، گهٽي ڪائي لوڙي عام انسان سڀني جي اندر ڳجهه آهي ۽ انهيءَ آدرش جي پرک جهلڪ ڏيان ۽ سماڌيءَ ۾ لڳل ساڌڪ جي ديدار مان ملي ٿي ته برابر ساڌارڻ زندگيءَ کان ڪا اوچي زندگي ته لڀندي آهي. پر انهيءَ جهلڪ کي پاڻ کان پورن اسانکي پنهنجي پاڻ جي ڄاڻ (Self Realization) حاصل ڪرڻي پوندي. پنهنجو پاڻ ڄاڻڻ آهي سڀ گيان جي الف-ب. عام ماڻهو ته صرف ٻاهريان نشانيون رکڻ ۽ ڪڏهن نه ڪڏهن مت کي مڃڻ ٿي ڌرم سمجهن ٿا پر روحانيت جو تعلق صرف روح يا آتما سان آهي. آتما ڇا آهي؟ انهيءَ جو گيان حاصل ڪري، آتما کي پرماتما ۾ لين ڪرڻ ٿي سچو ڌرم آهي.

۽ لنگهندا آيا جو پنهنجون ٻڌجو وڃن. انسان پنهنجون حد بنديون پاڻ ئي ٺاهي ٿو ۽ کوهه جي ڏيڏر وانگر سندس محدود نظر انهن سيمائن کان پري نٿي وڃي. ڌرم شاسترن ۾ درج ٿيل رٿيون ۽ رواج اصل ۾ انهن جي بنائيندڙن انهيءَ خيال سان ٺاهيا ته انسان ۾ پريم، تياڳ ۽ روحاني آزادي وڌي پر فرقيپرستي ۽ ڌرم جي ٺيڪيدارن جي هٿ ۾ اهي رٿيون رواج هٿڪنڊا بڻجي پيون آهن ۽ مختلف مت متانترن جي وچ ۾ جهيڙي جو ڪارڻ بڻجي رهيون آهن ۽ سچي ۽ سرو وياپي ڌرم کان اسان کي دور ڌڪي رهيون آهن.
منش جونيءَ جو اصلي مقصد آهي پرماتما سان ميلاپ، سندس پريم ۽ ياد ۾ مگن رهڻ ۽ خالق سان پيار ڪري خلقت ۾ سندس جلوو ڏسڻ. پر اڄ حالت بلڪل انهيءَ جي اُبتڙ آهي. پرماتما کي وساري ۽ پريم جي مارگ کان هٽي اڄ انسان انسان جو دشمن ٿي رهيو آهي. پرماتما جي ڀڳتيءَ کي ڇڏي اسين نمت سنساري ٿي پيا آهيون. هيءَ دنيا ڇا آهي؟ پنهنجي پرم پتا پرماتما کان بيمک ٿي ان سان نيهن لڳائڻ يا ان جي چرچا ڪرڻ.

"داني ڪه چيست دنيا دل از خدا بريدن،
جز عشقِ او گزيدن جز ذڪر او شنيدن."

پرماتما جا عاشق ٿيو! جنهن جو انتري اکيو کلي ٿو سي سچا گياني بڻجو پون ۽ پوءِ هو هميشه فرقيپرستيءَ جي پرچارڪن کان ڪنارو ڪندا.

علي شاهه جو ڪلام آهي:-

"ڌرم سالي ڌڙواٽي رهندي، ٺاڪردواري ننگ.
مسيتان وچ ڪسبي رهندي، لي عاشق رهن الگ."

جيڪڏهن ڌارمڪ پرچارڪ ۽ وعظ ڪندڙن جي اپديش

# فرقي بندي

عام ڏٺو ويو ته ساري لوڪ ڪرم ڪانڊ يا شريعت
کي پرماتما کان به وڌيڪ مهتو ڏين ٿا. هو سمجهن ٿا ته
ڌرم يا مذهب جو مطلب آهي گرنٿن ٻولين ۾ وشواس ۽
پراچين مهاتمائن ۾ صدق. جيئن امر اٻل وڻ مان شڪتي
پائي پوءِ وڻ کي ئي سڪائي ڇڏيندي آهي تيئن فرقي بنديءَ
ڌرم مان ئي پرورش پائي ڌرم جو خون چوسي انکي کوکلو
بنائي ڇڏي ٿي. ايتري قدر جو ڌرم جي جان نڪري ٿي وڃي
۽ فرقي بندي صرف مرده ڇوڙيءَ ۾ رهجي ٿي وڃي.
انهيءَ فرقي بندي يا سمپردايتا جي قلعي ۾ ئي مذهبي
تعصب مست هاٿيءَ وانگر پيو جهومي ۽ انهيءَ جي ديوارن
جي اوٽ وٺي مذهب جو ٺيڪيدار ۽ رکوالو ٿيو ويهي ۽
نتيجو اهو ٿو ٿئي ته ٻاهريان ڌارمڪ رهتون ۽ رسمن کي ئي
سچو مذهب ڪري ڏيکاريو وڃي ٿو. اها فرقي بندي ئي
آهي جا ذات پات کي اهميت ڏيئي ڌرم جي اصليت کان
منهن موڙي ٿي. انهيءَ جا پوڄاري صرف ظاهري اڊمبرن
تي موهت ٿي وشواس رکي ويٺا آهن ته رهتون رواج يا
ڪرم ڪانڊ ئي انسان جي زندگيءَ جو مقصد آهي. سندن
ڌارنا آهي ته انهيءَ ڪانسواءِ ٻيو سڀ ڪجهه ويرٿ آهي.
تنهنڪري هر ڪنهن ڌرم ۽ مذهب، جنهنجو اصلي مقصد
ته آتمڪ مڪتي هو، سو اڄ هڪ چڱو خاصو جيلخانو بڻجي
پيو آهي ۽ جيڪي جڪڙيا ٿا انهيءَ حد کان مٿي نهارڻ چاهين
ٿا تنکي پاپ جو ڀاڳي سمجهيو وڃي ٿو. نتيجو اهو ٿيو آهي
ته صرف پنهنجي گرنٿن ٻولين ۽ ڪن ڪن مهاتمائن لاءِ
عزت ۽ ٻين لاءِ نفرت ڦهلجي رهي آهي. دلي ۽ دماغي
غلاميءَ جو ڳهاڻو ڳچيءَ ۾ ٻڌو وڃي ۽ اکين تي تعصب

” بالــو باشد در مڪان و لا مڪان،
چون اماني از ســراؤ از دڪان.“
” جتي ليکا منگيئي، لتي ڪڙي دسن.“
(سوهي محلہ ۱، ۳-۷۲۹)

” نانڪ ڪيڙنــا سڌ لـوڙ،
ڍوُنــڍيد ســڄڻ سنت پڪـنـا،
اوء جيـــسو نـندي وڇـــوڙھ،
اوء منـگــا نـــہ جاهي ڇوڙ.“
(مارو وار محلہ ۵، ۳-۱۱۰۲)

اهڙي سنت جي سنگت ڪري اسانکي پنهنجي آتما، جا دراصل، ڪال ۽ وقت جي حد کان مٿي آهي، جا ڳاڻڻ ڪجي. اسانجي سيدي ڪشش ۽ ڪليشن جو ڪارڻ آهي، اسانجي آتما جي پرماتما کان جدائي. انهيءَ ڪري آتما کي پرماتما سان جوڙڻ جڳائي. سنت ئي سچا رهبر ۽ رهنما آهن جي اسانکي سيکارين ٿا تہ ڪيئن ساڌنا دوارا پنهنجي من کي استر ڪري پنهنجي ورتي انترمک ڪري پنهنجي اندر سڄڻ جي سبج ارثاح پرڪاش ميہ پرماتما ڏانهن من ۽ آتما کي موڙي اندر ۾ سچي شانتي پراپت ڪجي.

سنتن جي سکيا قدرتي ۽ قديمي آهي ۽ انسان سان گڏوگڏ آئي آهي. سندن مارگ نشچت ۽ اٽل آهي جو ڪڏهن بہ بدليو ڪونهي ۽ پرمپرا کان هلندو آيو آهي ۽ ڪير بہ انکي گهٽائي وڌائي نٿو سگهي ۽ سنت مهاتما ۽ ڪامل فقير جي مالڪ ۾ ايڪ ٿي چڪا آهن انهيءَ راه جي رهنمائي ڪندا آيا آهن. هيءُ هڪ قدرتي مارگ آهي ۽ هرهڪ انسان ساڌنا دوارا انهيءَ جو انڀو حاصل ڪري سگهي ٿو. هي مارگ خود پرماتما جو رچيل آهي ۽ نہ ڪنهن انسان جو. هن ۾ انڌ وشواس رکڻ جي ضرورت نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اڀياس دوارا سنتن جي اپديش کي پنهنجي اندر پرکي ۽ ڏسي سگهجي ٿو.

"آپن باپي ناهي ڪسي ڪو،
پساؤن ڪــو هــر راجــا،
موھ پٽل سڀ جڳمت بڌا پڙو،
پـڳـمت نـهـي سـتـاپـا."

(سورٺ روداس ٦-٦٥٨)

گورو صاحبن جا انمول ماڻڪن جهڙا پرمارٿي وچن گورو گرنٿ صاحب جي روپ ۾ اسان وٽ موجود آهن ۽ هن لبڙي ڪتاب ۾ انهيءَ خزاني کي دنيا اڳيان کولي رکڻ جي ناماتي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

پيئو دادي ڪا کول ڊٺا خزانا،
تامبري من ڀَئِيَا نـدانـا.

(گؤڙي محلا ٥، ١-١٨٦)

سرت شبد يوگ جو مقصد آهي اسانجي آتما کي پرماتما سان جوڙڻ يعني آتما کي پرماتما جو انڀو ڪرائڻ. شبد سروپي مهاتما نام يا ديکشا ڏيڻ وقت پنهنجي شش کي چڱيءَ طرح انهيءَ مارگ جي باري ۾ سمجهائي ڇڏيندا آهن. هيءَ روحاني سائنس ست پرش خود بڻائي آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪوبه ڦيرو نٿو اچي سگهي. هن ڪتاب ۾ انهيءَ سائنس جا عام اصول ۽ ان جي مختلف پهلوئن تي روشني وڌي ويئي آهي. اهو جيڪي سچو پنهنجي آتما کي پرماتما سان جوڙي اندر جو آنند ماڻڻ چاهن تا لنکي مناسب آهي ته هي ڪتاب غور سان پڙهن ۽ ويچارن. انهن کي جڳائي لـه غلطيون ڇڏي جاڳن ۽ سنتن کي جي در اصل، روحانيت جا بادشاه آهن، گلي گلي، شهر شهر، ۽ ديس پرديس ۾ يعني جتي ته هو هجن ڪين ڳولي، سندن شرن وٺي سرت شبد يوگ جو ابياس ڪن. هي مارگ تلوار جي ڌار والگر آهي جاڪاڻ ته هن ۾ استول ديهه هي موهه کي سوريءَ تي لٽڪائڻو ٿو پوي. انهيءَ ڪري اسانکي جڳائي لـه اهڙي ست گوروءَ جي تلاش ڪيون جو نه صرف اسانکي روحاني راهه تي هلڻ جي سکيا ڏئي الڪ لوڪ پرلوڪ ۾ ۽ اندرين روحاني منڊلن ۾ اسان سان انگ سنگ رهي.

پرماتما صرف ڀڳتيءَ ۽ پريم ڌوارا ملي سگهي ٿو، خيال ۽ وچار ڌوارا بلڪل نه. اسانکي ابياس ڪري پنهنجي اندر ئي نرمل چيتن ديش ۾ پهچڻ گهرجي. عام طور اسانجا خيال ۽ ڦُرنا اسانجي چيتنا کي گهيري ويٺا آهن. انهيءَ ڪري انهن ڦرنن کان پاڻکي مٿي کڻڻو آهي. روحاني زندگي پرماتما جي ميلاپ جو نالو آهي نه ڪ سوچ ۽ وچار جو.

## سنت مت ۽ ٻين ڌرمن ۾ فرق

سچي روحانيت آهي سرت شبد جو مارگ يعني آتما جو پرماتما ۾ لين ٿيڻ جو الڏوتي اپاءُ ۽ اهو اپاءُ عام مت متانترن کان نهايت اوچو آهي. انکي سنت مت يا سنتن جي سکيا به چئجي ٿو. سنت مت روحانيت جي اصلي اصولن کي سمجهائيندو ۽ ساڌارڻ ڌرمن ۽ مذهبن کان افضل آهي ڇاڪاڻ ته مذهبن ۾ صرف اصولن، عقيدن ۽ ڪرامتن جو ذڪر آهي. سچي سائنس ڪڏهن به انڌ وشواس جي سکيا نٿي ڏئي ۽ انهيءَ جا نيرڻا ودوان وانگر اٽل ٿيل ٿا. اهڙيءَ طرح هن آتما جي سائنس ۾ هرهڪ قوم جي مختلف ابياسين جڏهن پنهنجا اپاءُ پيش ڪيا ته سڀ هڪ ئي نتيجي تي پهتا. روحاني زندگي وليمد ڪرڻ جو ارٿ صرف اهو ئي آهي ته انسان مايا جي غلافن کي لاهي پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي ته هنجو روپ چيتن آتما آهي ۽ پرماتما جو مهاچيتن آهي انهيءَ ۾ جيئن بوند سمنڊ ۾ ملي انجو رنگ ۽ روپ اختيار ڪندي آهي تيئن ئي وڃي. انهيءَ ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ گروءَ يا مرشد جي مدد جي اهم ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته جيڪا روحاني ترقي انسان پنهنجو پاڻ لکن سالن ۾ به نه تو ڪري سگهي سا جلد ٿئي ٿي ۽ هو رچنا کي جلدي ڇيندرُ سان

اهاني آهي ته هو اسانکي انهيءَ جهاز ۾ وهاري لنگها سگهن.
دراصل ته هيٺکي نه ڀوساگر جي سفر جو پتو آهي ۽ نه
ڪو انهيءَ ۾ اُنهن پيانڪ لهرن کان بچڻ جو ڪو طريقو
معلوم آهي.

جيستائين انسان ساوڌان ٿي پنهنجي اندر پرماتما کي نٿو
ملي ۽ هنجي گڻن ۽ شڪتيءَ کي پنهنجي اندر جذب نٿو
ڪري تيستائين هنجا سڀ باهريان ڪرم ڌرم ونرٿ آهن.
اهو مالڪ ته اپار، لافاني ۽ شانتيءَ جو ساگر آهي ۽ جيستائين
آتما انهيءَ شانتي جي منڊل ۾ ڪيئن پرويش ڪري سگهندي؟
اسانجي اندر مڪمل شانتي پيدا نه ٿي آهي تيستائين اسانجي
انهيءَ شانت مان (Voice of the silence) شبد جي گونج
هر وقت نڪري رهي آهي ۽ جيسيتائين آتما انهيءَ شبد
کي پڪڙي نٿي، تيستائين هوءَ نرمل شانتيءَ جو انڀو نٿي
ڪري. اها شانتي يا موُن ئي اصليت آهي ۽ انهيءَ لافاني
اصليت جو انڀو عقل سان ڪڍهن به حاصل نه ٿيندو. انهيءَ
کي نه صرف آتما ئي پائي سگهي ٿي. پر انهيءَ ڀيد جو پتو
انترمک ساڌنا ڪرڻ سان لڳيتو. عقل ۽ بڌيءَ سان ڪڏهن
به پرماتما جي گمتا نه ٿي سگهي.

"سوچي سوچ نه هووَئي، جي سوچي لک وار."
(جپ جي)

پرماتما جسماني طور ادرشت آهي ۽ صرف پنهنجي
اندر ئي سوکيم ۽ ڪارڻ منڊلن کي پار ڪري ئي هنجو
درشن ٿي سگهيتو.

"ايوڏ اوچا هووي ڪوءِ،
تس اوچي ڪو جاڻي سوءِ."
(جپ جي ١٠-٥)

کي ان ۾ لين ليٽر آهي. سچي ڌرم جو اصل آهي پرڀوءَ
جي راهه ۾ علي اصر جيئن ڀالو ليڪن شريعت وارا اٿوءِ
اصليت کي وساري ناٽڪار جي رسمن ۽ رواجن تي
ڄمڻ کان پوءِ ٽاڻين هلڻ ۽ ڪرم ڪانڊ جي ٻاهرين نشانين
کي ئي سچو ڌرم سمجهن ٿا يا ڪن خاص منترن کي
ڪنهن خاص ڍنگ سان اچارڻ کي ئي مڪتيءَ جو ساڌن
سمجهن ٿا.

سڀ سنت مهاتما اُپديش ڪندا ته پرڀوءَ جي رچنا اسانجي
اندر آهي. (Kingdom of God is within you) ۽ اٿوءِ
جو ذڪر هن پنهنجي گرنٿن ٻولين ۾ صاف لفظن ۾ ڪيو
آهي. اڄ ڪلهه چاڪاڻ ته ڪمائي وارن مهاتمائن جي اڻاٺ
آهي اٿوءِ ڪري عام مت متانترن لوڪن کي ڪرم ڪانڊ
جي ٻنڌڻن ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي ۽ اٿوءِ ڀلائي ۾ اسرڻ
آهي ته اسين پنهنجي اندر پرماتما جي ديش ۾ ڪيئن داخل
ٿي سگهون ٿا. انهن مان اسانجي سنسار ۾ ڦهليل ورليءَ
کي اڪاگر ڪرڻ ۾ ڪوهه واهو نٿو ڪري ۽ صرف گذريل
مهاتمائن جهڙوڪ مسيح، ٻڌ، ڪرشن، رام، ڪبير،
گرو نانڪ وغيره جي اُپاسنا ڪرڻ جي سکيا ڏين ٿا. پر
اهو ڪونه ٿا ٻڌائين ته انهن مهاتمائن پنهنجي آتمڪ چڙهائيءَ
لاءِ ڪهڙي ساڌنا ڪئي ۽ اڄ اسين انهن جو اصلي روپ ۾
ڪيئن درشن ڪري سگهون ٿا. انهن مت متانترن جا
پرلڳ اسانکي ڪنهن نه ڪنهن گرنٿ ٻوليءَ جي ليک
ولڻ جي هدايت ڪندا پر اهو ڪونه ٿا سمجهائي سگهن ته
جن وسيلن ۽ تجربن جو انهن ۾ ذڪر آهي انهن روحاني
تجربن کي اسين ڪيئن حاصل ڪريون؟ هو اهو ضرور چوندا
ته سنسار ڀوساگر آهي ۽ اٿوءِ کي پار ڪرڻ ڪهي ۽ نام جي
جهاز ۾ واهي الڪي پار ڪري سگهجي ٿو. پر مول ڪهي

کٽي چئجي ته آتما پتيءَ سمان آهي ۽ پرماتما پتيءَ
سمان. ٻئي هڪ ئي سيج تي آهن يعني جسم جي اندر
آهن. ليڪن جڳ گذري ويا پر استريءَ پتيءَ جو درشن
نه ڪيو. ڪهڙي نه افسوس جي ڳالهه آهي!

"ايڪا سيج وڇي ڌن ڪنتا،
ڌن سوتي پر سد جاگنتا."

(سوهي محلا ۵، ۱۶-۷۳۷)

ڪنهن کي به پرماتما کي پائڻ لاءِ پنهنجي قوم يا ڌرم کي
ڇڏڻ جي ضرورت نه آهي ڇاڪاڻ ته پرماتما هرهڪ جي
اندر آهي ۽ اندر ئي ان سان ميلاپ ٿي سگهندو.

## اڄ ڪلهه ڌرم ڇا کي ٿو سمجهو وڃي ۽ سچو ڌرم دراصل ڇا آهي؟

اڄ ڪلهه ڌرم جي سچائي ۽ اصليت کي وساري اسان
پراڻين ڌارمڪ ڪتابن جو پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، پڌڻ ۽ پڌائڻ،
يا پراچين مهاتمائن جي زندگيءَ جا ورتانت ۽ سندس گرنٿن
کي ايشوري حڪم ثابت ڪرڻ لاءِ بحث مباحثا ڪرڻ کي
ئي ڌرم سمجهي ويٺا آهيون. ڪي نئين زماني جي ويچارن
کي پراچين گرنٿن جي سکيا سان ملائڻ جي ڪوشش ۾ لڳل
آهن. وري شريعت جا پابند پنهنجي پنهنجي ڌرم کي سچو
پيا ڪوٺين ۽ ڪنهن نه ڪنهن ماضيءَ جي مهاتما، جنهن کي
گذري ئي سوين بلڪ هزارين سال ٿي چڪا آهن، ۾ صدق
رکڻ ئي مڪتيءَ جو ساڌن ٿا سمجهائين. هو سڀ مذهبي
زندگيءَ جي ڪارڻ ڌرم جي انهيءَ سچائيءَ کي ڀلجي ٿا
وڃن ته پرماتما هرهڪ انسان جي اندر آهي ۽ اندر ئي آتما

”اي خدا جويان خدا گم ڪرده ايد،
گم در ابن امواج قلزم ڪرده ايد.“

(اي خدا جا ڳولائو! توهان خدا کي من روپي ساگر جي لهرن ۾ گم ڪري ڇڏيو آهي.)

اهڙي حالت کي ڏسي سڀئي مهاتمائون هميشه جيون جو ڌيان مالڪ طرف موڙڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ هڪ نهايت آسان طريقي جو اشارو ڪين ڏيان ٿا. اهو مارگ جو هر هڪ انسان جي اندر آهي ۽ ڪل مالڪ جو خود بنايل آهي؛ اناد ڪال کان هلندو آيو آهي. انهيءَ جو ذڪر هن ڪتاب جي ”آدرشي ڌرم“ باب ۾ ڏنو ويندو. اهڙن مها پرشن جو اپديش آهي ته پرماتما آهي ۽ سڀ ڌرم انکي پراپت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. درحقيقت، ڌرم آهي پريوءَ کي پائڻ جو مارگ. ڌرم کي انگريزيءَ ۾ (Religion) چوندا آهن. اهو لفظ لئٽن ڀاشا جي (Ligare) مان نڪتل آهي. جنهنجو مطلب آهي ٻڌڻ يا جوڙڻ يعني آتما کي پرماتما سان جوڙڻ ۽ اهو ارٿ سڀني ڌرمن سان لاڳو آهي. انهيءَ ڪري جيڪو سچ پچ آتما پرماتما سان جوڙي ٿو اهو ئي سچو هندو، سچو مومن، سچو سک، سچو عيسائي ۽ سچو ٻڌمت آهي. سنت چون ٿا ته پرماتما اسانجي اندر آهي ۽ هن شرير روپي هر مندر ۾ انهيءَ جو درشن ٿيندو. انساني وجود ۾ آتما ۽ پرماتما ٻنهي جو نواس آهي پر وچ ۾ اهنڪار ۽ خوديءَ جو پڙدو آهي جنهن سبب آتما پرماتما جو ديدار ڪري نٿي سگهي.

”ايڪا سنگت اِڪ گره بستي،
مل ٻاسا لهه ڪرتي پائي.“

(گوڙي محلہ ۵، ۲-۲۰۵)

ڪارڻ آهي ته آتما نه پنهنجو پاڻ کي ئي ڄاڻي نه پرماتما کي ۽ انهيءَ جو اثر اهو ٿيو آهي ته اسين برابري ۽ ڀائپيءَ جي جذبن کي وساري ويٺا آهيون، اڄ ڀاءُ ڀاءُ جو، سماج سماج جي ۽ قوم قوم جي ۽ ملڪ ملڪ جو دشمن آهي هڪ ٻئي جي خون جا پياسي آهن. ڪرم ڪانڊ ۽ ظاهري ڌارمڪ سکيائون ماڻهن ۾ برابري ۽ ميلاپ جون ڀاوناڻون پيدا ڪري نه سگهيون آهن.

اڄ اهو اهم ضروري آهي ته پرمارٿ جو نئين ڍنگ سان پرچار ٿيڻ کپي جيئن انسان ذات موجوده دردشا کان ڇوٽڪارو پائي. آتمڪ جيون (Life of the Spirit) تي زور ڏيڻ کپي جيئن اسان جي خودي، ميل، دک ۽ چنتا سڀ دور ٿي وڃن. هڪ طرف ته دنيا ۾ سائنس جي نئين روشني ڦهلجي وئي آهي ته ٻئي طرف پراڻين ڪريتين ۽ ڌارمڪ بندشن جو انڌيرو ڇانيل آهي، جنهن سبب اسين ڪشمڪش، اهم ۽ اگيان ۾ ڦاٿا پيا آهيون. ڌرم پرچارڪ ۽ گياني جن جو فرض آهي دنيا کي انهيءَ الجهن مان ڪڍڻ سي خود فرقيبندي ۽ شريعت جي ڄار ۾ لوڪن کي ڦاسائي رهيا آهن. ڪيترا وري مغربي روشنيءَ جي زير اثر اچي انهيءَ اصول جا آهن ته کائو، پيئو ۽ موج اڏايو. (Eat, drink and be merry) هو چون ٿا ته پرماتما جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي؟ مطلب ته عام ماڻهن جي نظر اکروٽ جي کل تي آهي نه ڪ انجي اندرين مال (سارتت) تي جنهنجي حفاظت لاءِ ٻاهريان کل رچيل آهي. هو انهيءَ کل کي هضم ڪرڻ لسا چاهين، جو ناممڪن آهي. انهيءَ الجهن جي ڪارڻ هو پرماتما کي وساري ويٺا آهن ۽ پرمستيه کان دور ٿيندا پيا وڃن.

## روحانيت جي ضرورت

اڄ ڪله ساري سنسار ۾ چنتا فڪر ۽ ڪمچا ناڻ جو زور آهي، ڪمائي وارن مهاڻانن ڪانسواءِ زندگيءَ جي ڪنهن ۾ طبقي جو ماڻهو انهن ڪان اچل نه آهي. انهيءَ مان ثابت آهي ته اڄ ڪله روحانيت ۾ ماڻهن جي ڪاڻ رُچي ڪانهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته علم ۽ سائنس ۾ ترقي ڪئي آهي پر روحاني ترقيءَ جي خيال کان ڏٺو وڃي ته اسين بلڪل ڪورا آهيون. اسان لدن، پهاڙن ۽ سمنڊن جي کوج ڪئي آهي پر پنهنجي اندر جي نه. در حقيقت ساري ودبا جو مول مقصد ڇا آهي؟ اهو ته انسان پنهنجو پاڻ کي ڄاڻي.

> "علمه جمله علوم اين اسمت واين،
> تاسو دائي من ڪمر در ازوم دين.
> قيمت هر ڪار ۾ ميدائي ڪ چيست،
> قيمت خود را ندائي ابلهي اسمت."

اسين ايا نه گهڻئي علم ڄاڻون ٿا پر پنهنجي آتما جنهن دواران سڀ علم حاصل ڪيون ٿا ۽ شرير، من ۽ اندريءَ جو ڪاروبار هلي رهيو آهي، انهيءَ جي باري ۾ اسانکي ڪاڻ ڄاڻ ڪانهي. جنهن سبب اسين آتمڪ نقطه نگاهه کان اڳيالي آهيون.

ڀلي ڪئي انسان ساري ڀرتويءَ جو ساز ۽ سامان حاصل ڪري پر جيڪڏهن هنکي پنهنجي آتما جو گيان پراپت نه ٿيو آهي ته سمجهو ڪهي ته هنجي زندگي وئرٿ وڃي رهي آهي.

"What does it profit a man if he gains the whole world, but suffers the loss of his own soul." (Bible)

چئني طرفن کان اشانتي پيئي نظر اچي. انهيءَ جو مول

ڌنوان آهي جو پنهنجي زندگي مڪمل ۽ پورڻ بنائي ٿو ۽
پنهنجي جسماني ۽ آتمڪ پونجيءَ سان ٻين کي گهڻي ۾ گهڻو
لاڀ پهچائي ٿو.

"There is no wealth but life, life including all its power of love, joy and of admirations."

"That country is the richest which nourishes the greatest number of noble and happy human beings."

"That man is the richest who, having prefected the functions of his own life in the utmost, has also the widest helpful influence both personal and by means of his possessions, over the lives of others."

اهڙيون مهان هستيون ساري دنيا جي آڌار جو ذريعو
بڻجن ٿيون ۽ دنيوي پدارٿن جي سونهن اهڙن مهاپرشن جي
روحاني سندرتا جي پيٽ ۾ لڪي آهي.

بديءَ کي ختم ڪريٿو. اهو آدرش انهن، الوڪ ۽ اگر آهي ۽ مالڪ جي چتر ڪاريءَ جو نمونو آهي جو تعصب ۽ تنگدليءَ کان آجو آهي. اهڙي طرح مسلمان ۾ سچي مومن ۽ عيسائين ۾ سچي عيسائيءَ جو آدرش رکيو ويو آهي. يورپ ۾ پيوريٽنس (Puritans) "سچ جي سپاهين" جو آدرش سنسار جي سامهون پيش ڪيو. اهڙي طرح سچي سنتن ۽ مهاتمائن جيڪي ڏر ڏام پيتا ان اهو مڪتيءَ يا نجات جو لڪش انسان ذات جي اڳيان رکيو.

حضرت موسيٰ ڪوهه طور (پهاڙ) تي خدا جو نور ڏسڻ لاءِ ويو چاڪاڻ ته هو پنهنجي اندروني آتمڪ پرڪاش کان غيرواقف هو. اي جگياسوا! تون ڪنهن ڪامل پرش جي تلاش ۾ وڃ وڏاءِ چاڪاڻ ته پريو پاڻ اهڙي مهاپرش جي کوج ۾ رهيٿو.

" گدائي جلوه رفتي بر سر طور،
ڪه جانِ تو ز خود نا محرمي هست.
قدم در جستجوئي آدمي زن،
خدا هم در جستجوئي آدمي هست."

(اقبال)

رسڪن (Ruskin) جي فيلسوفيءَ جو سار اهو ئي آهي ته ساري سنسار ۾ انسان ئي هڪ انمول خزانو آهي. مال دولت، سون چاندي ۽ ٻيا پدارٿ جيڪي انسان استعمال ڪريٿو سي ته، پر انهن کي استعمال ڪرڻ وارو انسان ئي سچو خزانو آهي. هو لکيٿو ته انساني زندگيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪا به دولت ڪانهي. ليڪن ڪهڙي زندگي؟ جنهن ۾ پيار آهي، خوشي ۽ شڪتي آهي. اهو ئي ملڪ سڀ کان زياده غني آهي جنهن ۾ اهڙا نيڪ ۽ خوش دل انسان پرورش پائين ٿا. هن جو ڪٿن آهي ته اهو ئي انسان سڀ کان وڌيڪ

ستم نه هجن. هر هڪ انسان خدائي اصولن مطابق رهي ۽
پرڻوي نرمل آتمائن جي نواس جو آشيانو بڻجي پوي. پوءِ
ئي هيءَ دنيا سڪ بڻجي پوندي جتي صرف پاڪ ۽
پوتر جيو آتمائن جي رهائش هوندي.

در اصل، مدش لاءِ سڀ کان اوچو آدرش آهي ”پورڻ
مدش“ بڻجڻ. ”Be Ye Perfect“ ارٿات پورڻ انسان بڻجو.
سينٽ پال St. Paul فرمائي ٿو ته، توهان الاهي جوهر ۾
پورڻ آهيو. ”You Are Complete In God Hood“ سيڌي
ڌرمن ۾ انهن ڪامل پرشن جي شيوا جائز مڃي وئي آهي
جي مالڪ سان ملي هڪ ٿي چڪا آهن ۽ سنسار لاءِ مڪتيءَ
۽ نرواڻ جو آدرش پيش ڪيتا. ڀڳوت گيتا ۾ به لکيل آهي
ته هن دنيا روپي درخت جون جڙون مٿين روحاني منڊل
۾ آهن ۽ شاخون هن زمين تي. اهڙي طرح انسان جون جڙون
به ادرشٽ روحانيت ۾ آهن. حالانڪ انساني وجود ظاهري
دنيا ۾ جڪڙيو پيو آهي پر سندس آتما امر آهي. اسانجي
چيتن هستيءَ جي اُن پاسان اها ايشوري شڪتي آهي جنهن
کانسواءِ اسانجي جسماني چيتنا ڪم ڪري نه سگهندي.
اها شڪتي ڪجهه گپت ۽ ڪجهه پرگهٽ آهي ۽ اسانکي پوري
ڪوشش ڪري انهيءَ شڪتيءَ کي پرگهٽ ڪري پاڻکي
شرير، من ۽ اندرين کان آزاد ڪرڻ کپي.

سنسار ۾ وقت بوقت اهڙا سنت مهاتما پيدا ٿين ٿا جي
انهيءَ آدرش کي سنسار جي سامهون رکن ٿا. شري گورو
نانڪ صاحب کان وٺي دسم پاتشاهي شري گورو گوبند سنگهه
صاحب تائين سيئي گورن ”سک“ اتوا ”خالصا“ جو اوچو
آدرش سنسار جي اڳ رکيو جو شيوا، ڀڳتي، پريم ۽ نشڪامتا
جو املهه خزانو آهي، جو مرده دلين کي جاڳائي مالڪ جي
رنگ ۾ رڱڻ جو اُتم ساڌن ۽ جو نيڪيءَ کي همٿائي ۽

پرمالما انسان ۾ آهي ۽ انسان پرمالما ۾ آهي. انسان سڀني الوهڪ رازن جو گهمب خزانو آهي. هو هڪ آئينو آهي جنهن ۾ مالڪ جي ڪماليت جا نوري ڪرڻا پيا چمڪن. انسان پريوءِ جي مورتي آهي ۽ پريو هستي جان آهي. پوءِ جان ڪانسواءِ انسان جي قيمت ئي ڪهڙي؟

"صورت حتي و حشمه جان بود،
صورت اي جان ڪجا انسان بود."

"برهم بولي ڪايا ڪي اوٽي،
ڪايا بسن برهم ڪيا بواي."

حضرت عطار صاحب فرمائين ٿا ته اي انسان! توهان باطني طور ساري عالم جي جان آهيو. پنهي جهانن ۾ توهان موجود آهيو ۽ سڀني گرڻن جي ٽوهه جيئي آهيو. توهان اندر هردم ڪلامِ الاهي گونجي رهيو آهي.

"لسو بمعني جان جمله عالمي،
هردو عالم خد توئي بنگر دمي؛
درحقيقت خد توئي أمرال ڪتاب،
خود زخود آيامه حق را بازياب."

اي انسان! توهان پنهنجي جسماني هستيءَ کي خدا جي هستيءَ ۾ جذب ڪري چڏ ۽ جسماني خدا (God Man) جو اوز سنسار ۾ ڦهلائي هن ماڻه منڊل کي سڪند بڻائي چڏ. دنيا کي اهڙو بولر آستان بڻاءِ جتي امن، لنگدلي ۽ غرور جي بوءِ به نه هجي. دشمني ۽ ايرڪا نظر نه اچي يعني سنسار ۾ انسان نظر اچن ۽ نه ڪ حيوان جن مان شيطاني ۽ وحشيت پيئي بکي. اهڙي دنيا بڻاءِ جنهن ۾ ڪو ڪنهنجو حق نه کسي، جتي زور زبردستي ۽ قانوني سزا ڏيڻ لاءِ ڪنهن حڪومت جي ضرورت ئي نه پوي. جتي چوري، لٻي ۽

# آدرشي اِنسان

اِنسان سماجڪ پراڻي آهي ۽ هميشه ٻين انسانن سان گڏجي رهڻ جو عادي آهي. هو ڪا نه ڪا سوسائٽي يا سماج ٺاهي ھن دنيا ۾ زندگي بسر ڪري ٿو. جتي ڪا سماج نه آهي اتي به هو ڪا نه ڪا سوسائٽي ٺاهي پنهنجو وقت وليت ڪندو ڪري. انهيءَ ڪري سنت مهاتما انسان جي ٻاهرئين رهڻ سهڻ کي گهٽ ڏسن ٿا. ھنجو اُپديش آهي ته توهين ڀلي ڪٿي سماج جي ڪهڙن به اصولن مطابق جيون گهاريو پر آخر توهين انسان آهيو. توهانجي پوشاڪ توهانجي اِنسانيت ۾ ڪو به فرق آڻي نٿي سگهي. تنهنڪري سڀ ڪان پهرين انسان ٿيو ۽ سڀني سان پريم ۽ پيار رکو. سماج جو اصلي مقصد آهي اِنسانيت ۽ ماڻهپو سيکارڻ. انهيءَ ڪري انسانيت جا سڀ گڻ ڌارڻ ڪريو، سچ جي ڪمائي ڪيو ۽ سڀني سان پريم، پيار ۽ همدردي رکو. سڀ جيو هڪ ئي پرم پتا جا ٻالڪ آهن، انهيءَ ڪري سڀ اسانجا ڀائر آهن.

”ايڪ پتا ايڪس ڪي هم بارڪ،
تون ميرا گر هائي.“

(سورٺ محله ٥، ١٩-٦١١)

شرير ڪري توهين انسان آهيو انهيءَ ڪري اهڙو آچار وهنوار ڪيو جنهن مان انسان جو شان پسجي. آتما ڪري توهين پرماتما جو انس آهيو. ”ال روح امري ربي.“

”ڪهه ڪبير اِهه رام ڪي انس.“

(گونڊ ڪبير ١٠-٨٧١)

توهان الاهي نور جهلڪڻ گهرجي، توکي پنهنجي آتمڪ پونجي سنڀالڻ گهرجي.

هڪ قطري جي ڪهڙي طاقت آهي جو ساگر جو انت لهي سگهي! هڪ محدود جيو بيحد جي ٿاري پرجا پڄائي سگهندو؟ پرماتما جي مهما اپار آهي ۽ جيترو انسان پرماتما جي نزديڪ وڃيٿو اوترو ئي پرماتما وڌيڪ وشال معلوم ٿئي ٿو. پريو هڪ درياه جي مثل آهي ۽ مڇليءَ جي مجال ناهي جو ان جو اندازو لڳائي سگهي.

”لـوڻ دريـئـاءَ دانـا بـينا،
مـيءِ مڇلي ڪيسي انت لهان.“

(سري راگ محلا ١، ٢٥-٢٦)

هـري بيحد آهي ۽ اسين هنکي محدود سمجهي ٿان ڪيون ٿا. پلاعتل ۽ اڏيءَ ساڻ اسين ڪيئن ڄاڻي سگهنداسين تہ هو ڇا آهي؟

”هر بہ آنت هئہ مت ڪر ڙونئہ،
ڪيا جـانـا هـوہ ڪيسوري.“

(سورٺ محلا ٥-٦١٢٩)

ڪٿين (١) رسول ۽ نبي دنيا ۾ آيا جن جيون جو ڌيان مالڪ طرف لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪٿي برهما، ڪٿين شو سدسار ۾ ٿي چڪا آهن ۽ ڪٿين گورک ۽ ناٿ آيا ۽ ايندا، ڪٿين ڌرمي پستڪ (٢) قرآن شريف وغيره وقت وقت لکيا ويا ۽ لکيا ويندا، لکين (٣) ڀرنوارن لکين آسمان ۽ لکين ڌرتيون آهن ۽ بيشمار رام ڪرشن ۽ ٻيا اوتار ٿيا ۽ ٿيندا پر اهو ڪل مالڪ اڻ انت ۽ اٿاه آهي."

---

(١) جت در لک محمدا لک برهمي بشن مهيش،
لک لک رام وڏيري هه لک راهي لک ويس،
لک لک اولي جتي ههي ستي اهر لي سدياس،
لک لک اولي گورکا لک لک ناٿا ناٿ.
(جنم ساکي ڀائي بالي واري - ١٤٢)

(٢) بيد ڪتيبان ڪيتڙي ڀهه ڀهه ڪرن پڪار،
ڪتان ڪن نصيحتان ڪتان ڪن ڪلام،
ڪتان ڪن پيغمبران ڪتان ڪن قرآن،
ڪتان ڪن رسالڙي ڪتان ڪن ڪلام.
(جنم ساکي ١٥١)

(٣) لک لک ڌرتي آڪاش هٿن پريان لک انت،
لک لک ڪرم ڪڇ لک لک بيراه،
لک لک اوٽي نار سنگهه باون لک الله،
رام ڪرشن اگست ٻوڌ ڪلڪي لک،
آتن جاوڻ حڪم وچ ڪرلي آنڪ قرڪ.
ڪيتڙا اولار لک بيتي انت نه پار،
ڪيتي هونيا استتي ڪڇ انت نه پاراوار.
(جنم ساکي ١٤٢ - ١٤٣)

يڪڙي مان ۽ مريادا جو اصول پڪيو ويندو آهي. انهي ڪري سڀ عيسائي ديول ۾ مٿو اگهاڙو ڪري ويندا آهن ۽ سکن جي گردواري ۾ جيڪڏهن ڪو ننگي سر وڃي ته بي ادبي سمجهي ويندي آهي. هندستان ۾ عام طور ٻڌ آستانن ۾ سڀئي ننگي پير ويندا آهن.

انهن سڀني رسمن ۽ رواجن جو تعلق انسان جي شرادر ساه آهي ۽ انهن جو اصلي مطلب صرف اهو آهي ته انسا ادب ۽ مريادا سان پربوءِ کي ياد ڪري. درحقيقت مالڪ جي نگاهه ۾ ظاهري رسمن جي ڪا اهميت ڪانهي. جيئن پتا کي سڀ ٻالڪ پيارا لڳندا آهن ليڪن پرماتما کي سڀ انسان پيارا آهن.

هاڻي سوال ٿو اٿي ته جيڪڏهن سڀني انسانن جو هڪ ئي عالمگير مذهب (Universal Religion) آهي ته پوءِ مختلف مت متانتر ڪيئن ٿيا؟ سچائيءَ جو سار لعه ته سڀني ڌرمن ۾ هڪ ئي آهي ۽ مت متانتر صرف اسانجي مختلف ڌارمڪ وچارن جي ڪارڻ پيدا ٿيا آهن. هڪ ڀيري گرو نانڪ صاحب جن مڪي شريف ويا ۽ اتي قاضين ۽ ٻين عالمن سان مليا ته انهن ڪانئن پڇيو، "نانڪ! جيئن تون صرف هڪ خدا کي مڃين ٿو ليڪن اسين به ته توحيد ۾ وشواس رکون ٿا پوءِ لنهجي ۽ اسانجي سکيا ۾ ڪو فرق ليکي ڪرڻ. گرو نانڪ صاحب جن فرمايو، "مهنجو وحدانيت ۾ وشوا سڀني ٻڌن کان اچو آهي ۽ فرشان انهيءَ عقيدي کي ڪٿ ٻڌن ۾ جهڳڙي جڏبو آهي. مان اهو مڃان ٿو ته پرماتما

ڪٿين (١) رسول ۽ نبي دنيا ۾ آيا جن جيون جو ڌيان مالڪ طرف لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪيئن اوهما، ڪٿين شڌ سدسار ۾ نبي چڪا آهن ۽ ڪٿين گورک ۽ ناٿ آيا ۽ ايندا ۽ ڪٿين ڌرمي پستڪ (٢) قرآن شريف وغيره وقت اوقت لکيا ويا ۽ لکيا ويندا ۽ لکين (٣) برهمنڊن لکين آسمان ۽ لکين پرڀون آهن ۽ بيشمار رام ڪرشن ۽ ٻيا اوتار ٿيا ۽ ٿيندا ۾ اهو ڪل مالڪ بي انت ۽ اٿاه آهي."

---

(١) جت ڏر لک محمدا لک برهمي بشن مهيش،
لک لک رام وڏ ٻيري هه لک راهي لک واس ؛
لک لک اولي جتي ههي ستي اهر لي سدياس،
لک لک اولي گورکا لک لک نانا ناٿ.
( جنم ساکي ڀائي ٻالي واري- ١٤٢ )

(٢) بيد ڪتيبان ڪيتڙي ڀهي، ڀهي، ڪرن ٻيچار،
ڪتان ڪن نصيحتان ڪتان ڪن ڪلام ؛
ڪتان ڪن پيغمبران ڪتان ڪن قران،
ڪتان ڪن رسالڙي ڪتان ڪن ڪلام.
(جنم ساکي ١٥١ )

(٣) لک لک ڌرتي آڪاش هڻن پرٻان لک انت،
لک لک ڪرم مچ ڪچ لک لک بيراه ؛
لک لک اوٿي نار سنگهه ٻاون لک الله،
رام ڪرشن اگنت پڙ ڪلڪي لک،
آڻن جاوڻ حڪم وچ ڪرتي آنک ڦرڪ.
ڪيتڙا اولار لک ايتي انت نه پار،
ڪيتي هوتيا استتي ڪچ انت نه پاراوار.
(جنم ساکي ١٤٢-١٤٣ )

ٻڌڻ مان ۽ مرياداڻ جو اصول پڪو ويندو آهي. انهيءَ ڪري سڀ عيسائي ڏاول ۾ متو اگهاڙو ڪري ويندا آهن ۽ سکن جي گردواري ۾ جيڪڏهن ڪو ننگي سر وڃي ته بي ادبي سمجهي ويندي آهي. هندستان ۾ عام طور ٻڌلو آستانن ۾ سيمتي ننگي پير ويندا آهن.

اهي سڀئي رسمون ۽ رواجن جو تعلق انسان جي شرڌا سان آهي ۽ انهيءَ جو اصلي مطلب صرف ايترو آهي ته انسان ادب ۽ مرياداڻ سان پرڀوءَ کي ياد ڪري. درحقيقت مالڪ جي نگاهه ۾ ظاهري رسمن جي ڪا اهميت ڪانهي. جيئن پتا کي سڀ ٻالڪ پيارا لڳندا آهن تيئن پرماتما کي سڀ انسان پيارا آهن.

هاڻي سوال ٿو اٿي ته جيڪڏهن سڀئي انسانن جو هڪ ئي عالمگير مذهب (Universal Religion) آهي ته پوءِ مختلف مت متانتر ڪيئن ٿيا؟ سچائيءَ جو سار تت ته سڀني ڌرمن ۾ هڪ ئي آهي ۽ مت متانتر صرف اسانجي مختلف ڌارمڪ ويچارن جي ڪارڻ پيدا ٿيا آهن. جڏهن گرو نانڪ صاحب جن مڪي شريف ويا ۽ اتي قاضين ۽ ٻين عالمن سان مليا ته انهن ڪانئن پڇيو، " نانڪ! جيئن تون صرف هڪ خدا کي مڃين ٿو تيئن اسين به ته توحيد ۾ وشواس رکون ٿا پوءِ تهنجي ۽ اسانجي سکيا ۾ ڪو فرق ٿيو ڪونه." گرو نانڪ صاحب جن فرمايو، "منهنجو وحدانيت ۾ وشواس سڀني ٻڌن کان اڳ آهي ۽ توهان انهيءَ عقيدي کي ڪٽين ٻڌن ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي. مان اهو مڃان ٿو ته پرماتما جا

آستڪ هجي يا ناستڪ سڀني سان محبت ڪن ٿا ۽ جي سنڪٽ وقت يا سنڌن ساٿ ڇڏي به ڏين ٿا ته به هو ڪين ٿا ڇڏين. اهڙا مهاپرش ڄاڻن ٿا ته سڀئي انسان پرماتما جا ٻالڪ آهن پوءِ ڪٿي انهن مان ڪي ڀٽڪجي پرم پتا کي نٿا سڃاڻن. دراصل، جيڪڏهن اسين سڀني انسانن کي ڀيڻ ڀاءُ ڪري نٿا سمجهون ته پوءِ اسانکي پرماتما کي پتا سڏڻ جو ڪهڙو حق آهي؟

## شريعتن جي روپن ۽ رسمن ۾
## فرق جو سبب ۽ انجو مهتو

شريعتن جي ڀِن ڀِن نمونن جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ مکيه ڪارڻ آهي الڳ الڳ ملڪن جي الڳ الڳ آبهوا، رسمون ۽ رواج. مثال طور عربستان ريگستان آهي ۽ اتي پاڻيءَ جي ڪمي آهي تنهنڪري اتي مسلمان صرف پاڻيءَ سان وضو (هٿ پير منهن کي ۽ گردن ڌوئڻ) ڪري نماز پڙهي سگهن ٿا. ايتري قدر ته جيڪڏهن پاڻي نه ملي ته رتيءَ سان ئي پنج اشناني ڪرڻ ڪافي سمجهي وڃي ٿي. اهڙي طرح ريگستاني علائقي ۾ عام چوٽي آهي ته جيڪو سنان لاءِ پنهنجي سيرن کان وڌيڪ پاڻي ڪم آڻيندو انهيءَ کي پرماتما اڳيان حساب ڏيڻو پوندو. ليڪن هندستان ۾ اِين هند پاڻي ڪافي آهي انهيءَ ڪري عام هندن ۾ پاٺ پوڄا ڪرڻ کان اڳ اشنان ڪرڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي. اهڙي طرح يورپي ملڪن ۾ متو اگهاڙو ڪرڻ پاڻ عزت ۽ ادب جي نشاني ليکي ويندي آهي پر اسانوٽ هندستان ۾ پير اگهاڙا ڪرڻ ۽ متو

جي ليرلن تي وبا بر مسلمانن جي مڪي مديني ۾ ١٠ گهٽو
ڪري سيني قومن جي مهاپرشن سان مليا ۽ انسان ذات کي
هڪ مالڪ جي وحدانيت ۽ ڀائپ ۽ برابري وکڻ جي سکيا
ڏيندا رهيا.

گرو ارجن ديو صاحب، حضرت ميان مير صاحب ۽ ٻئي
هڪ ٻئي ۾ گهرا متر هئا. گرو هرگوبند صاحب جن مسلمانن
جي عبادت ڪرڻ لاءِ مسجد ٺهرائي. ڏهين پاتشاهي گرو
گوبند سنگهه صاحب جن سيني هندو ۽ مسلمانن سان پيار
ڪندا هئا ايتري قدر جو ماڇيواڙي جي جنگ ۾ مسلمان ئي
کين لڪن جي گهيري مان بچائي ڪڍي آيا. سندن وقت
۾ پاڻي گهڙيا سک لڙائيءَ ۾ هندو توڙي مسلمانن کي پاڻي
پياريندو هو ۽ جڏهن ڪن اڻ سمجهه ماڻهن انهيءَ بابت
گرو صاحب کي شڪايت ڪئي ته صاحب جي پڇڻ تي هن
چيو ته مونکي ته سيني ۾ ساڳيو نور نظر ٿو اچي. صاحب
تنهن تي فرمايو ته پاڻي گهڙيا اسانجي سکيا کي پوريءَ ريت
ڪرهڻ ڪيو آهي.

"جاڪو چوت ڪنيو پرم اُرڪا،
تهه آڳي هندو ڪيا ترڪا."
(دسم پاتشاهي)

پرماتما سيني جيون سان پيار ڪرڻ چاهي ٿو سندس
هستيءَ کي مڃي يا نه. اهڙي طرح پيغمبرن جا ٻيئي سيني
سان سمان پريم ڪندا. حضرت موسيٰ وٽ هڪ ماڻهو آيو.
جڏهن ڪاڏو ڪاڻا ويا ته انهي ماڻهوءَ خدا جو ذڪر نه ڪيو
۽ انهيءَ ڪري موسيٰ جي دل ۾ نفرت پيدا ٿي. انهيءَ
وقت موسيٰ کي اندران اللهي آواز آيو، "اي موسيٰ! سيني
کي رزق پهچائڻ وارو جڏهن مان آهيان ته پوءِ تون هن سان
نفرت ڪيئن ٿو ڪرين!" اهڙا پرڀوءَ جا پيارا ٻلي ڪوئي

"سرب ڌرم مهه سريشٽ ڌرم،
هرڪو نام جپ نرمل ڪرم."
(گؤڙي محلہ ۵، ۱۳-۲۶۶)

هر ڪيرت ساڌ سنگت هيءُ سر ڪرمن کي ڪرما،
ڪهه نانڪ تس ڀيو پراپت جس پورب لکئي کا لهڻا.
(سورٺ محلہ ۵، ۷-۶۴۲)

سري گورو ارجن ديو مهاراج جن گرنٿ صاحب ۾ سيڌي هندو توڙي مسلمان مهاتمائن جي انمول باڻيءَ کي کڻهن نه ذات پات جي ڀيد ڀاو کانسواءِ ساڳي اهميت ڏني آهي. انهيءَ مان ثابت ٿو ٿئي ته روحانيت هڪ ئي آهي ۽ الڳ الڳ نالن هوندي به انهيءَ جي اصليت ۾ ڪو به فرق نٿو پوي. اهڙيون اوچ آتمائون ڪٿي ڪنهن به قوم ۾ اچن پر انهن جو اصلي مقصد ٻئي رهيو آهي پليل انسانن کان پسن جهڙيون عادتون ڇڏائي کين انسانيت جو سچو سبق پڙهائڻ. اهڙا گورمک جيڪي اسان پنهنجي جيون کي نيڪ پاڪ بنائي مالڪ سان ملائين ٿا سي مذهبي تنگدلي ۽ شريعت جي پابندين کان آزاد ٿيندا آهن. اهڙا مالڪ جا پيارا جدهن جنهن جي وڇڙيل آتمائن کي پرماتما سان ملائين ٿا ۽ سڀني انسانن جي مونين روپي دلين کي پريم روپي ڌاڳي ۾ پوئن ٿا. انهن جو ڪم آهي جوڙڻ نه ڪ توڙڻ.

"تو براءِ وصل ڪردن آمدي،
نه براءِ فصل ڪردن آمدي."

مطلب ته تون دنيا ۾ (پرماتما سان) دلين جوڙڻ لاءِ آيو آهين نه ڪ توڙڻ لاءِ.

اهڙا سنت مهاتمائون هندو مسلمان ۽ ٻين قومن ۾ ڪو ٻن پيدا ٿيا ڪن. مثال طور گورو نانڪ صاحب جن نه رڳو هندن

اهڙا ماڻهو سدائين ٻين جي حقن کي لتاڙيندا رهندا ۽ ڪين ٻين جي واکاڻ وڻندي ڪانه. ٻئي طرف اهڙا به مالڪ جا پيارا آهن جنکي گرمک سڏجي ٿو. جي سدائين پريم ۽ پراپڪار جا پنڌ ليندا آهن. خالق ۽ سندس مخلوق سان محبت ڪندا آهن. حضرت محمد صاحب اهڙن سڄڻن کي مومن ڪوٺيو آهي ۽ قرآن شريف ۾ لکيو آهي ته سچو مومن اهوئي آهي جو سڀني نبين جن جو ذڪر قرآن شريف ۾ آيو آهي خواه نه، جي عزت ڪري ٿو.

## سڀني ڌرمن جو سار ساڳيو آهي يعني سڀني جو اپديش سمان آهي

سڀني ڌرمن جون اخلاقي ۽ روحاني سکيائون ساڳيون آهن ۽ جيڪڏهن انسان نيڪ ڪرم ڪري ۽ پرڀوء سان پريت ڪري ان ۾ سمائجي وڃي. سڀني ڌرمن جو لکش آهي پرماتما - پرماتما جو گيان، پرماتما سان پريم، پرماتما جي پوڄا ۽ آتم گيان. ويدن جو به اپديش آهي ته سڀ ٻاڻ ۾ گڏجي پرماتما جي ڀڳتي ڪريو (اٿروويد ٥-٣٠-٣) جيڪڏهن انسان پرماتما ۾ عقيدو رکي نام (God-In-Action) سان خيال جوڙي شڀ ڪرم ڪري ته ان کان وڌيڪ سريشٽ ٻيو ڪو ڌرم ڪونهي ۽ اهوئي اپديش سڀ سنت مهاتما وقت بوقت ڏيندا آيا آهن. اهوئي عالمگير (Universal Religion) ڌرم آهي جو سڀني انسانن جو هڪ ئي آهي جو نه ڪڏهن بدليو آهي ۽ نه بدلبو. گورو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا ته سڀ کان سريشٽ ڌرم ۽ ڪرم آهي هريءَ جو نام جپڻ.

سڳوري ٻولي، ٻاشا نه صرف ٻيان ۽ ٻولي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ آهي ۽ ان ٻولي سمجهه کي ڄاڻڻ جو ذريعو. مالڪ نه Unwritten Law ۽ Unspoken Language آهي، لابيان آهي. حقيقت ۾ مالڪ جي دل ۾ ڪا ٻاشا ڪانهي. ڪنهن خاص ٻاشا کي وڏائي ٻولي سمجهڻ ٺيڪ نه آهي ڇاڪاڻ ته ٻاشا نه صرف وچارن کي ظاهر ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي. انهيءَ ڪري پرماتما جي مهما ڪنهن به ٻوليءَ ۾ هجي ته انهيءَ کي برابر مان ڏيڻ گهرجي. انهيءَ وچار کي دهرائيندي خواجه حافظ صاحب به فرمائين ٿا ته عبادت ۾ ٻولي ڪٿي ترڪي هجي يا عربي يا ٻي، سڀني جي حيثيت ساڳي آهي. پريتم جي پريم جي رهاڻ ترڪي جهڙن ٻوليءَ ۾ وڌي ٿڌهن به ڪري سگهجي ٿو.

"ڪي اسان ترڪي ۽ تازي دوران معامله حافظ،
حديث عشق بيان ڪن بهر زبان ڪه تو داني."

ڪوئي هڪ قوم جو هجي يا ٻئي جو، هڪ ملڪ جو [illegible] ٻئي جو، سڀ هڪ ئي مالڪ جا ٻالڪ آهن ۽ هڪ [illegible] جا رنگ برنگي گل. اسين سڀ ساڳي آهوا ۾ [illegible] ٿا، ساڳيءَ ئي زمين تي ۽ ساڳئي ئي آسمان [illegible] ٿا. اجهو ڪيئن دائرا ٺاهي انهن ۾ اڙجي ٿا [illegible] لو لئي ته اهي اسانکي جسماني ۽ مانسڪ [illegible] ڪرڻ جي بجاءِ ٻاڌن اهن ٻڌنن کي وڌائي [illegible]

[illegible] انهيءَ کي ساڳيو ڏيئو روشن ڪري ٿو [illegible] ٿي ته حيرانيءَ جي ڳالهه آهي جو اسان مندرن [illegible] جهڳڙا ٻيا ٿين.

مقصد آهي [illegible] سجد و [illegible] خانه روشن است،
جو ٻراهمڻ [illegible] شمعي ڪنر و ديس چرا است."

فرمائين ٿا ته ڀلي ڪٺي ڪو رام چوي ته ڪو خدا، ڪو سائينءَ جي پوڄا ڪري ته ڪو الله جي، پر اشت سيني جو هڪڙو ئي ڪل مالڪ آهي جو سيني مٿان مهر جو مينهن پيو وسائي. چاهي ڪٺي ڪو تيرٿ اڪيا پيئي يا حج ڪري، ڪو پوڄا ڪري يا سجدو ڪري، ڪو ويد پڙهي ته ڪو ڪتيب، ڪو نيرا ڪپڙا پائي ته ڪو سفيد، ڪو ترڪ سڏائي ته ڪو هندو، ڪو ٻهشت چاهي ته ڪو سرڳ پر انهن سيني مان جو مالڪ جي حڪم کي پڇاڻي ٿو سوئي صرف اصلي راز کي سمجهي ٿو.

ڪوئي بولي رام رام، ڪوئي خداءِ
ڪوئي سيوي گسئيا ڪوئي الله.
ڪارڻ ڪرڻ ڪرم
ڪرپا ڌار رحيم. (رهاءِ) (١)
ڪوئي ناوي تيرٿ، ڪوئي حج جاءِ
ڪوئي ڪري پوڄا، ڪوئي سر نواءِ. (٢)
ڪوئي پڙهي بيد ڪوئي ڪتيب
ڪوئي اوڍي نيل، ڪوئي سپيد. (٣)
ڪوئي ڪهي ترڪ، ڪوئي ڪهي هندو
ڪوئي ٻاڇي بهشت، ڪوئي سرگندو. (٤)
ڪهه نانڪ جن حڪم پڇاتا
پرڀ صاحب ڪا تن بيد جاتا. (٥)
(رامڪلي محلہ ٥-٨-٨٨٥)

هندن جا ڌرم پستڪ سنسڪرت ۾، مسلمانن جا مذهبي
تاب عربي ۽ فارسيءَ ۾، سکن جا پنجابي ۽ هنديءَ ۾،
رستانن جا انگريزيءَ ۽ لاٽن ۾، اهڙي طرح ٻين جا ٻين
لف ٻولين ۾ آهن. مالڪ جي دربار ۾ ڀاشائن جو ڪو بيد

گور باڻي اُپديش ڪري ٿي ته ٻاهر کوج ڪرڻ فضول آهي ڇاڪاڻ ته نام جو رنگ اندر ئي چڙهي ٿو. گوروءَ جي ڪرپا سان من روپي مندر ۾ مالڪ جو درشن ٿيندو. ٻاهريان مندر آدڪ ته صرف مٽيءَ ۽ پٿرن مان ٺهيل آهن. سڀئي گرنٿ ۽ ٻوليون ڪي واچي ڏسو ته اهو ئي اُپديش ملندو ته پرماتما هرهنڌ موجود آهي ۽ اسين مندر مسجد ۾ ڳولهون ڳوليون جڏهن پرماتما اسانجي اندر ۾ ته هجي. ليڪن انهي ڀرم جي ٽوڙلي صرف ستگوروءَ جي ڪرپا سان ئي سگهجي ٿي.

ڪت جائيجي ري، گهر لاگو رنگ
ميرا چت نه چلي، من ڀئيو پنگ. (رهاءِ)
ايڪ ڏوس من ڀئي اُمنگ
گهس چندن چووا بهه سگند،
پوڄن چالي برهم ٺاءِ
سو برهم بتائيو گور من هي ماهه. (١)
جهان جائيجي تهه جل پکاڻ
تون پور رهيو هٿ سڀ سمان،
بيد پران سڀ ديکي جوءِ
اوهان تئ جائيجي جئ ايهان نه هوءِ. (٢)
ستگور ميئي بلهاري تور
جن سڪل بڪل ڀرم ڪاٽي مور،
راماند سوامي رمت برهم
گور ڪا شبد ڪاٽي ڪوٽ ڪرم. (٣)
(بسنت راماند - ١٣ - ١١٩٥)

مندرن، مسجدن، گوردوارن ۽ ديولن ۾ وڃڻ جو اصلي مقصد آهي مالڪ کي ياد ڪرڻ. پڄڻ واسطي انهن آستانن جو ٺاهڻ صرف اِشارو ئي آهي. شري گورو ارجن صاحب جن

سچو مندر يا مسجد هي جسم آهي.
"هر مندر اهو شرير هئم گيان رتن پرگٽ هوئي."
(پرڀاتي محلہ ۳ - ۵ - ۱۳۴۶)

'Body is The Temple of God'

حافظ صاحب فرمائين ٿا ته اي مالڪ! مسجد يا عبادت گاهه ۾ وڃڻ جو مطلب آهي تنهنجي ياد جو نشو پيئڻ ۽ توسان وصال ڪرڻ. انهيءَ ڪانسواءِ اتي وڃڻ جو ٻيو ڪو مقصد ڪونهي.

"غرض ز مسجد و ميخانه ام وصال شما است،
جز اين خيال ندارم گواه من خدا است."

مندر ۽ مسجدون مٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان انسان ٺاهيون ۽ سڀ سمان آهن پر انهن ۾ ته اهوئي آستان اُم آهي جتي پرڀوءَ جي ياد جو پرڪاش ظاهر آهي.

"هرگز مگو ڪه ڪعبه ز بت خانه بهتر است،
هر جا ڪه اسب جلوه جانانه خوشتر است."

انهيءَ ويچار کي شري گورو گوبند سنگهه جي مهاراج ڏهين پاتشاهي ڏسو ڪهڙي عمدي طريقي سان بيان ڪيو آهي:-

"ديهرا مسيت سوئي پوجا او نواجا اوئي،
مانس سڀي ايڪ پي انيڪ ڪو ڀرماوهي.
ديوتا اديو جڇ گند هرب ترڪ هندو،
نياري نياري ديسن ڪي ڀيس ڪو پرڀاوهي.
ايڪي نين ايڪي ڪان ايڪي ديهه ايڪي بان،
خاڪ باد آتش او آب ڪو رلاوهي.
الله ابيک سوئي پوران او قران اوهي،
ايڪ هي سروپ سڀي ايڪ هي بناوهي."

”مسجد کوران ز آب و گل بوَد،
مسجد صاحب دلان را دل بوَد.“

مغربي صاحب فرمائين ٿا ته پوءِ تو سان انگ آهي پوءِ تون هن کان ڇو بيخبر آهين؟ هو ته تنهنجي اندر وينو آهي ۽ تون اجايو پيو در بدر ڦرين. انهيءَ ڪري جيڪڏهن اسين انهيءَ پوءِ تي ڪري، جو اساڻي اندر براجمان آهي، ڇڏي مسجد ۽ مندر ۾ وڃي ٿا سجدا پيکجي ڪيون ته سمجهو اهو فضول آهي.

”يار در پهلو چرا اي بي خبر،
يار در تو تو بگرد دي دربدر.
گر بوَد مسجود اندر دل وما مسجد رويم،
بهتر از بيکاري اين هرگز نباشد کار ما.
ابلهان تعظيم مسجد ميکنند،
در صفائي اهل دل جد ميکنند.“

مورک لوڪ مسجد ۽ ڌرمي استان جي پوڄا ڪن ٿا پر سچا پرماري پنهنجي دل روپي مندر جي صفائيءَ جي ڪوشش ڪن ٿا. پهرين پوڄا نقلي آهي ۽ ٻي اصلي آهي. سنتن ڪانسواءِ ٻيو ڪو مندر آهيئي ڪونه. تلسي صاحب جن جي باڻي آهي.

”اصلي مندر مسجدون مين جاني صد افسوس هئه،
نقلي مسجد کا ساکن دک آناني کي ليئي.“

ڪبير صاحب جن به انهيءَ وچار جي پشڀرائي ڪندي چون ٿا ته:-

”ڪبير حج ڪعبي هئه جاتا آگي ملتا خداءِ،
سائين مجهه سئه لر پرتا اجهوي ڪن فرمائي گاءِ.“
(شلوڪ ڪبير ٣-٢٣٧٥)

انهن ڌرم استانن ۾ وڃي اسانکي پنهنجي شرڌا روپي سڀئي مندر، مسجد، گوردواري يا ديول جي اندر جهالي پائڻي آهي، ڇاڪاڻ ته ڀڳتيءَ جو اصلي سنبنڌ اسانجي دل سان آهي نه ڪ ڪنهن خاص ٻاهرئين استان يا ڪنهن وشيش ڪرم ڪانڊ سان. اهائي پوڄا ۽ ڀڳتي سڦلي سمجهڻ گهرجي جا صاف ۽ نرمل هردي سان ڪجي ٿي ۽ جنهن ۾ صرف پرماتما جي درشن جي ئي ابلاشا سمايل رهندي. منش ديهي ئي سڄو هري مندر آهي ۽ ڪ سڄو سنسار هڪ وشال هر مندر آهي. پرماتما جا سچا ڀڳت پرڀوءَ کي سرو وياپي سمجهي هر هنڌ هنجي پوڄا ڪن ٿا. قرآن شريف (ڌسو البقره) ۾ حضرت صاحب فرمايو آهي، "مغرب ۽ مشرق اٿئي الله جي جائداد آهن. جنهن پاسي توهان رخ ڪندين توکي الله ڏسي نظر ايندو ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ حاضر ناظر ۽ جاڻڻهار آهي."

اهوئي وچار الساني صاحب جن پڻ ظاهر ڪيو آهي. هو لکن ٿا ته، "منهنجي لاءِ ساري زمين مسجد ۽ پاڪ آهي. انهيءَ ڪري منهنجي پوئلڳن کي جڳائي ته جتي به نماز جو وقت ٿئي اتي ئي نماز پڙهن." دراصل، جتي به اسين شرڌا ۽ ڀاو سان مالڪ جي اڳيان جهڪون ٿا سا ئي جڳهه پوتر آهي.

"All is Holy Where Devotion Kneels"
( Holmes Oliver Wendell, America )

جن انڌن جا گيان روپي نيتر نه کليا آهن انهن جي واسطي ...ٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان ٺهيل مندر ۽ مسجد ئي سڀ ڪجهه آهن ... گيانوان پرشن کي سندن هردي روپي مندر ۽ مسجد ۾ ... پرڀوءَ جي پراپتي ٿئي ٿي.

## سڀ عبادتن پوڄائن ۽ ڌرم استانن جو پريوجن صرف مالڪ کي ياد ڪرڻ آهي ۽ سچو مندر انسان جو شرير آهي

عبادت ۽ ڀڳتي جي مختلف طريقن جو اصلي مقصد ساڳيو آهي. انهن ضرور آهي ته جيئن جيئن زماني ۾ جو پوڄا ۽ ڀڳتيءَ جو طريقو هو سو ان وقت جي ڌرمي ڪتابن ۾ درج ٿيل آهي. پر انهن سڀني اوائلي طريقن جو اُديش ڪيول پريوءِ سان پيار ڪرڻ ۽ سندس درشن ڪرڻ هو. جهڙي طرح نشان هڪڙو ئي هوندو آهي پر تير انداز گهڻا، اهڙي طرح سڀني قسمن جي پوڄا پاٺ جو مقصد هڪ ئي آهي.

"اپني اپني ميمه کي سڀي منائين نيڪ،
وجب نشانه ايڪ هيءِ تير انداز انيڪ."

قرآن شريف ۾ (ڏسو سورة نحل جو پنجون رڪوع) ۾ انهن لکيل آهي ته "انسان جي واسطي الله شريعتن ۽ عبادتن جا طريقا ٺاهيا ويا ۽ هر هڪ قوم ۾ رشي ۽ پيغمبر موڪليا ويا."

عمر خيام صاحب جن فرمائين ٿا ته مندر، مسجد، گردوارو ۽ ديول سڀ پرماتما جي پوڄا جا آستان آهن. مندرن ۾ گهنڊ ۽ سنک جو آواز، مسجد ۾ محراب جي سامهون نماز ۽ ديول ۾ تسبيح (مالها) ۽ صليب سڀ پرماتما جي ڀڳتيءَ جا الڳ الڳ نشان آهن.

"محراب و کليسا و تسبيح و صليب،
حقا ڪه همه نشانهٔ بندگي است.
بت خانه و ڪعبه خانهٔ بندگي است،
ناقوس زدن ترانهٔ زندگي است."

”بنام او ڪ او نامي ندارد،
بہ هر نامي خواني سر برآرد.“

اسانکي ٻڙمن ۾ ڦاسڻ نہ کپي. دراصل، اسان سڀني کي
هڪ ئي مالڪ جي پوڄا ۽ سيوا ڪرڻي آهي ۽ سڀني جو
هڪ ئي گورديو آهي. اسين سڀ انهيءَ پرم ستيہ جا روپ
آهيون ۽ سڀني جي اندر ساڳي جوت پيئي جهلڪي. روحاني
نقط نگاهہ کان سڀني انسانن جي ذات ساڳي آهي. شري
ڳروگوبند سنگهہ صاحب جن جي باڻي آهي:-

”ڪوئو ڀئيو منڊيا سنياسي ڪوئو جوڳي ڀئيو،
ڪوئو برهمچاري، ڪوئو جتي انومان ٻو.
هندو ترڪ ڪوئو رافضي امام سافي،
مانس ڪي ذات سڀي ايڪ پهچانبو.
ڪرتا ڪريم سوئي، رازق رحيم اوئي،
دوسرو نہ ڀيد ڪوئي، ڀول ڀرم مانبو.
ايڪ هي ڪي سيوسب هي ڪوگورديو ايڪ،
ايڪ هي سروپ سبي ايڪئہ جوت جانبو.
(اڪال استت ۱۵-۸۵)

اسين سڀ هڪ ئي نور مان پيدا ٿيا آهيون.

اهائي سکيا ڏين ٿيون ته ڌارمڪ ڀيد صرف مذهبي غرور (Religious Vanity) ۽ روحاني خودي (Spiritual Egoism) جي ڪارڻ ٿين ٿا ۽ اهيئي مختلف ڌرمن جي پوئلڳن ۾ ناايڪارن جا ٻج پيدا ڪن ٿا. جنهي ڪري ته سوارٿي، اگيان ۽ حسد روپي وڇون انسان کي ڏنگي اهڙو وهم روپي زهر چاڙهيو آهي جو هو رات ڏينهن بيحال ۽ بي چين ٿي لڙڇي رهيا آهن. حافظ صاحب فرمائين ٿا ته ڪفر ۽ اسلام ٻنهي ۾ اصلي حقيقت ساڳي آهي. سڀ مذهبي ڀيد ڀاو ڀرمن جي ڪارڻ آهن. تعصب ۽ تنگدليءَ جي ڪارڻ ئي شيخ ۽ براهمڻ جو پيالو الڳ الڳ آهي. در اصل روحانيت جي ميخاني ۾ نام جو نشو پيارڻ وارو ساقي (مرشد) بہ هڪ آهي ۽ هنجو پيالو بہ سڀني لاءِ ساڳيو آهي.

"يڪ حقيقت جلوه گرد ر ڪفرو اسلام و بس،
اختلافات مذاهب جمله اوهام است و بس.
از تعصب ڪاسهٔ شيخ و برهمن شد جدا،
ور نه در ميخانه يڪ ساقي و يڪ جام است و بس."

ستگر مهاتما اپديش ڪن ٿا ته سڀ جو پتا واهگورو اڪال پرش هڪ ئي آهي. هن کي رب العالمين چوندا آهن نہ ڪ ڪنهن خاص قوم يا مذهب جو. انسان سڀ هڪ آهن، ڀلي ڪٿي ڪو پاٺڪي مونر، سنياسي، جوگي، هندو، ترڪ، شيعو يا صافي سڏائي پر سڀني انسان ۾ جوهر ساڳيو آهي، الهيءَ ٻاري ۾ ڪي بہ راڄا ڪونهن نہ ڪرتا ۽ ڪريم، رازق ۽ رحيم ۾ ڪو فرق نہ آهي. اهي سڀ نالا رشين منين فقيرن سنتن ۽ مهاتمائن رکيا آهن. در اصل، پرماتما جو ڪوبہ نالو ڪونهي هن کي جنهن بہ نالي سان پڪاريو تہ جواب ڏيندو،

ماڻهوءَ کي بخار هڪ طرح چڙهيو ته ٻئي قوم جي بندي کي ٻيءَ طرح. اهڙيءَ طرح بيمارين جو علاج به ساڳيو ٿيندو. بخار کي لاهڻ لاءِ سڀني کي ساڳيو فيور مڪسچر (Fever Mixture) ڏنو ويندو. مڇر جو ڪم آهي چڪ پائڻ، ائين ڪونهي ته هڪ قوم جي ماڻهن کي چڪ پائي ٿو ۽ ٻيءَ قوم جي ماڻهن کي نه. وري ڪاڻا ۽ رنڊا سڀني جو ساڳيو، سردي گرمي سڀني کي ساڳي لڳي ٿي ۽ هوا پاڻي، سج، ڀاڄيون ۽ ميوا به سڀني لاءِ يڪسان آهن.

سڀني انسانن جي بناوت ساڳي آهي، ساڳيون اکيون، ساڳيا ڪن، ساڳيا شرير ۽ سڀني ۾ ساڳي جان آهي. سڀني جو شرير پنجن ساڳين تتن، مٽي، هوا، اگني پاڻي ۽ آڪاش مان ٺهيل آهي. سڀ هڪ ئي ڌرتيءَ تي ۽ هڪ ئي آسمان جي هيٺ رهندا.

## مذهبن جا ظاهري مت ڀيد انسان بڻايا آهن ۽ اهي صرف سندس تنگدلي ۽ خودغرضي جي ڪارڻ آهن

سنت مهاتما هن سنسار ۾ اچي اسانکي هي هڪ ئي اپديش ڏين ٿا ته پرماتما سڀني انسانن جو اُپائڻهار آهي. جهڙيءَ ريت سرير جون بيماريون انسان کي بيڪار بڻائي ڇڏين اهڙي طرح مانسڪ روڳ به منش جي هردي کي لڳي هڪڙي حيوان کان به بدتر بڻائي ڇڏين. ايتري قدر جو انسان انسان جي خون جو پياسي بڻجو پوي. اهي روڳ آهن خود غرضي، جهالت ۽ تعصب جن جي اندر ڦاسي انسان گراوٽ جو شڪار ٿئي ٿو. هر ڪنهن قوم جون اوچ آتمائون

”مي خور و مصحف بسوز و آتش الدر ڪعه زن،
هرچه خواهي ڪُن و ليڪن مردم آزاري مڪن.“
(حافظ)

الهيءَ ڪري جيستائين تون پرماتما جي بندن جي دل نه ونندين ليستائين تون پرڀوءَ جي پرستنا کان محروم رهندين. اگر تون چاهين ٿو نه مالڪ توتي مهر ڪري نه تون سندس خلقت سان نيڪي ڪر.

”حاصل نشود ترا رضائي، تا خاطر بندگان نه جوئي،
خواهي ڪه خدائي برتو بخشد، باخلق خدائي بکن نکوئي.“
(شيخ سعدي)

## پرماتما جي طرفان سڀني اِنسانن کي ساڳيا حق مليل آهن

اچو ٻهران ظاهري حالت تي نظر وجهون. راجا، پرجا، امير، غريب سڀني قومن جي ماڻهن جي پيدائش ساڳي طرح ٿئي ٿي. سڀ اِنسان پنهنجي ماتا پتا جي خون ۽ ويرج مان پيدا ٿين ٿا. سڀ ساڳيءَ طرح ماءُ جي پيٽ ۾ نَو ڏهه مهنا رهي ساڳئي ئي طريقي سان پيدا ٿين ٿا. ائين ڪونهي ته براهمڻ جي پيدائش هڪ طريقي نه مسلمان جي ٻئي طريقي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

”جو تون براهمڻ برهمڻي جائيا،
ته آن باٽ ڪاهي نهي آئيا.“
(ڪبير ڳوڙي ١٧-٣٢٤)

سڀني اِنسانن کي ٻِل هڪ ئي طريقي اچيو، ائين ناهي نه هڪڙي قوم جي ماڻهن کي هڪ رهمه نه ٻيءَ قوم جي ماڻهن کي ٻيءَ رهمه. ائين به ڪونهي نه هڪ قوم جي

"كعبه بنگاهِ خليل آذر است،
دل گذرگاهِ جليل اكبر است.
دل بدست آور كه حج اكبر است،
از هزاران كعبه يك دل بهتر است."
(مولوي روم)

كنهن فقير كهڙو نه عمدو كلام چيو آهي، "اي دل! تون دلين جو حج كر ڇاكاڻ ته هي اكل كعبو آهي. كعبي شريف كي ته ابراهيم ناهيو هو ليكن دل پرماتما اڻ بناني آهي."

"دل طوافِ دلان كن كه كعبهٔ مخفي است،
كه آن خليل بنا كرد واين خدا خود ساخت."

كنهنجي به دل دكائڻ سان مالك كڏهن خوش نٿو ٿئي چاهي ڪٿي كو هزارين پوڄائون، عبادتون ۽ توبهون كري، هزارن روزا ركي ۽ هرهك روزي سان هزار بار نماز پڙهي ۽ هزارن راتيون مالك جي ياد ۾ گهاري پر اهو سڀ مالك جي درگاهه ۾ منظور نه پوندو جي هو كنهنجي دل ٿو ڏكوئي.

"هزار زهد وَ عبادت هزار استغفار،
هزار روزه و هر روزه را نماز هزار.
هزار طاعت شب ها هزار بيداري،
قبول نيست اگر خاطري بيا زاري."
(مغربي)

خواجه حافظ صاحب فرمائين ٿا ته شراب پي، قران شريف جلاء، كعبي كي آگ لڳاء، جيڪي وڻيئي سو كر ليكن كنهنجي دل نه دكاء.

۽ ساڳو ڀ ڪرڙوق لئو لِي سڳوي سڀ انهيءَ هڪڙي جوهر جي پيداش آهن. ظاهري مختلف شڪليون، پوشاڪون ۽ مت متانترن جا جهڳڙا انسان جي اندروني سمائتا ۾ ڪو فرق لئا وجهي سگهن. مخلوق سان پيار ڪرڻ آهي خالق سان محبت ڪرڻ.

"ايڪ نور تي سڀ جڳ اپجئا،
ڪؤن ڀلي ڪو مندي."
(پرڀاتي ڪبير ۱۹-۱۳۴۹)

اهو ئي سچو مذهب، سچو ڌرم، سچو دين ايمان آهي. شيخ سعدي صاحب جن انهيءَ ڪري فرمايو آهي ته اي مالڪ! لنهنجي ڀڳتي آهي تنهنجي بندن جي شيوا ڪرڻ ۽ نه ڪ مالها ڦيرڻ، آسڻ لڳائي وهڻ ۽ گودڙين پائڻ ۾.

"طريقت بجز خدمت خلق نيست،
به تسبيح وسجاده و دلق نيست."

سڀني دلين ۾ منهنجو مالڪ آهي، ڪوبه هردو هنڪان خالي نه آهي. جنهن دل جي اندر هو پرگهٽ آهي انهيءَ ٽان مان ٻلهار آهيان.

"سڀ گهٽ ميرا سائيان سواي سيج نه ڪوئي،
ٻلهاري تس گهٽ ڪي جان گهٽ پرگٽ هوئي."

جڏهن انسان ائين سمجهي ته هر دل ۾ منهنجو پريتم لو وسي ۽ ڪوبه هن ڪان واڳو ڪونهي ته هو اي اختيار سڀ جي عزت ڪندو.

"چو بدانستي ڪه در دل ها خدا است،
پس لسرا آداب هر دل مدعا است."

لون زنده دلين جو حج ڪر ڄاڪاڻ ته دل هزار ڪعبن ڪان اهتر آهي. ڪعبو ته حضرت ابراهيم جي والد جو بڻايل هو لڪن دل خدا جي رهڻ جي جاء آهي.

شيخ فريد صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪڏهن توکي پرانتم سان ملڻ جي تمنا آهي ته ڪنهنجي به دل نه دکاءِ.

"جي تئه پرينءَ دي سڪ، هياءَ نه ٺاهه ڪهي دا."

(سلوڪ فريد ١٩-١٣٨٤)

گرو گوبند سنگهه صاحب جن فرمائين ٿا ته مالڪ سڀ جي اندر آهي. هرڪا دل هنجو اواس استان آهي جيڪڏهن ڪو مخلوق کي دکي ڪري ٿو ته خالق هنکي سزا ڏئيٿو.

"خلق خالق ڪي جان ڪر خلق دکاوي ناهي،
خلق دکي ننڊلعل جي خالق ڪو ٻسي تاهي."

سيني ٻولر آلماڻ ۽ ڀڳتن جو هڪ ئي ڌرم ٿيندو آهي ۽ اهو آهي، "مالڪ جي ڀڳتي ۽ سندس خلقت سان پيار." انسان تڏهن ئي انسان سڏائڻ جو حقدار آهي جڏهن هن ۾ انسانيت جو معدو هجي. انسان انسان کي پاڻ ڪري سمجهي، هنجو دک درد ونڊي، دل ۾ همدردي رکي ۽ پرماتما ۽ سندس مخلوق لاءِ اٽوٽ پريم رکي. جيڪڏهن انهن جي اندران حسد، الياچار، مفتخوري، چغلي، دشمني، لالچ، لوڀ، پاکنڊ، اهنڪار، تنگدلي ۽ تعصب اسانجي اندر گهر ڪري ويٺا آهن ته پوءِ اسانجي دل جو آئينو ڪيئن صاف ٿيندو؟ انهن وڪارن جي ڪارڻ انسان جي زندگيءَ جي سڀ خوشي ۽ آنند ڪافور ٿيو وڃي. انهن غلاظتن جي هوندي اسانجي دل جي شيشي ۾ مالڪ جي جهلڪ ڪيئن پسجي؟

آتما پرماتما جي انس آهي ۽ هيءَ ساري رچنا ۾ اُتم آهي. "مالڪ ۽ ان جي خلقت سان پيار" انهيءَ ڀاو جو جيترو وڪاس ٿيندو اوترو انسان پرماتما جي نزديڪ ويندو. سڀ هڪ ئي نور مان پيدا ٿيا آهن ۽ اهو نور سيني جي اندر پيو چمڪي. پوءِ ڪنهنکي نيڪ ۽ ڪنهنکي بد سڏجي؟ ٻُڌ

سال اڳي عيسائن جو نام و نشان ڪونه هو ۽ پنج هزار سال اڳي ٻوڌن جو ڪٿون نالو ڪونه ٻڌو هو. اهڙيءَ طرح اڄ کان اڳ به ڪيترين قومون آيون ۽ ويون. انسان پوءِ کڻي پورب جا هجن يا پڇم جا سڀ سمان آهن، ڪو اوچ نيچ ڪونهي. سڀني جي اندر آتما آهي جا پرماتما جي انس آهي.

## سچو ڌرم آهي سڀ سان پيار ڪرڻ ۽ مالڪ کي ياد ڪرڻ

سچو ڌرم ڇا آهي؟ اهو سوال پڙهين کان هر هڪ انسان جي دل اندر پيدا ٿيندو رهيو آهي. انهيءَ وشيه تي گرنٿن جا گرنٿ لکيا ويا آهن. انهيءَ سوال جو ڪو ڪهڙو ته جواب ڏني ته ڪو ڪهڙو. پر سوال جو ٺيڪ جواب نه هڪ ئي اچي سگهيو. انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ کان پهرين اسان کي سوچڻ کپي ته ڌرم يا مذهب جو مقصد ڇا آهي؟ سڀني جو جواب هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي، ”دائمي خوشي ۽ پرماتما جي پراپتي.“ لبر انداز الڳ آهن ليڪن سڀني جو لنداو هڪ ئي آهي. مالڪ سان پريم ڪرڻ آهي انهي مخلوق سان به پريم ڪرڻ. سڀني مهاتمائن جي زندگيءَ ۾ اهو ئي اصول نظر اچي ٿو. سنت مهاتما سڀني انسانن سان، آستڪ توڙي ناستڪ، سان پيار ڪن ٿا. هنن کي خبر آهي ته سڀ هڪ ئي جوهر مان پيدا ٿيا آهن، انهيءَ ڪري چئي کٽي ته سڀ هڪ ئي شرير جا عضوا آهن. جي هڪ عضوي کي ڪشٽ هوندو ته ٻيو ازخود بي چين ٿي پوندو.

”بني آدم اعضاي يڪ ديگر اند،
ڪه در آفرينش زيڪ جوهر اند؛
چو عضوي بدرد آورد روزگار،
دگر عضوها نماند قرار.“
(شيخ سعدي)

## پهرين ڌرم يا انسان

انسان سڀ کان آدي آهي، ڌرم سڀ پوءِ لکيا. ڌرم انسان جي واسطي ۽ سندس روحاني ترقيءَ لاءِ ٺاهيا ويا. ڌرم جو اصلي مقصد هو دائمي خوشي ۽ پرماتما سان ميلاپ. اڄ ڪلهه، ماياوي پدارٿن، عقل جي رسائي، اخلاقي ضابطي ۽ ڌارمڪ سدانتن جي باوجود به انسان خوش نظر نٿو اچي. لکين انسان پنهنجو پاڻ سان ۽ دنيا جي ٻون ٻڪ سان سنتشٽ نه آهن. جيتوٽيڪ هرڪو پاڻ کي ڪنهن نه ڪنهن ڌرم جو پوئلڳ سڏائي ٿو، ڪو هندو، ڪو مسلمان، ڪو سِک، ڪو عيسائي، ڪو پارسي، ڪو جين وغيره پر سيني جي زندگي اي مزي ٿي پيئي آهي. سچ پڇو ته ڌرم سڀ مذهب وشو وياپي يا عالمگير آهي ۽ سڀئي سنسار لاءِ هڪ ئي آهي. ها، هرهڪ ڌرم جي ظاهري شڪل ٻين ڌرمن کان الڳ نظر اچيتي ليڪن جيڪڏهن گهرائيءَ ۾ وڃبو ته سيني ڌرمن جي تهه ۾ هڪڙو ئي مارگ ۽ هڪڙو ئي اصول ڪم ڪندو نظر ايندو. اهو سڀني سنسار لاءِ سمان آهي. انسان هِتِ جي ناتي اسان سيني جي ذات هڪ ئي آهي ۽ اندر جو سهارو به يڪسان آهي. ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته:-

## انسان انسان سڀ هڪ ئي آهن

پرماتما انسان پيدا ڪيا، سک، مسلمان، عيسائي، پارسي وغيره، سڀ پوءِ ٿيا. اڄ کان پنج سؤ سال اڳ، سک ڪونه هئا ۽ تيرهن سؤ سال اڳي ڪو مسلمان ڪونه هو ۽ ٻه هزار

## پاڱو ٻيو

# فهرست

## پاڱو پهريون

## ڀومڪا

شري حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن پنهنجي ۴۵ سالن جي نشڪام شيوا جي دوران پرمارٿي جگياسن جي ڪرج جاڻ لاءِ انيڪ پستڪ لکيا جن مان هڪ پاڳن ۾ "گورمت سڌانت" پرسڌ آهي. هر ڪنهن ڀاڱي ۾ لڳ ڀڳ هڪ هزار صفحا آهن جن ۾ قريب قريب پرمارٿ جي هر هڪ وشيه جي حوالن سميت وياکيا ڪئي ويئي آهي.

هر ڪنهن اڀياسيءَ کي شايد ايترو وقت نه ملي جو ۾ هزار صفحا پڙهي سگهي. انهيءَ ڪري انهن ٻنهي ڀاڱن جي ڀومڪائن کي گڏي موجوده پستڪ جي روپ ۾ پاٺڪن جي شيوا ۾ رکيو وڃيٿو.

هنن ٻنهي حصن ۾، جن جو نالو "گورمت سار" ڀاڱو پهرين ۾ پيو رکيو ويو آهي، حضور مهاراج جن سنت مت جي مکيه مکيه سڌانتن جو مختصر اليک ڪيو آهي. آشا آهي ته پاٺڪن کي پڙهڻ سان پرمارٿي لاڀ پهچندو. جيڪڏهن ڪو شائق جگياسو سنت مت بابت وڌيڪ جاڻ حاصل ڪرڻ چاهي ته پوءِ وڏي پستڪ گورمت سڌانت جي ٻنهي ڀاڱن کي پڙهي.

شيوا ۾

ڪي - ايل - کنا

سيڪريٽري

راڌا سوامي ستسنگ بياس

# گور مت سار

بھاگ ۲

لیکھک



پرم سنت حضور مہاراج ساون سنگھ جي

راڌا سواڌي ست سنگ بياس، پنجاب.

# گرمت سار

حضور مهاراج ساون سنگهه جي

راڌا سوامي ست سنگ بياس پنجاب